# انسان

## جي تاريخ



ڏيبلاڳي





# سورھ سنڌي ادب





## صاحب خان ”سورھ“ ميرائي

Cell No: 0344 3919786
0300 3404488

ڏيپلائيءَ جو ڪتابي سلسلو نمبر ١٢٠

# انسان جي تاريخ

از

م - ع - ڏيپلائي

[illegible] ڇاپو

جلد ٢ هزار ١٩٧٧

قيمت ڇهه رپيا

## ڏيپلائي اڪيڊمي

الهندو ڪهو - حيدرآباد سنڌ

# فهرست



اسلاميه پريس، الهندو ڪوچو، حيدرآباد سنڌ

# هيءُ ڪتاب

سنڌ جي وڏي عالم، صحافي ۽ قانون دان - عربي ۽ انگريزيءَ جي ماهر ۽
علامه آءِ آءِ قاضي رحه جي خاص صحبت يافته

## جناب الحاج قاضي احمد محمد صاحب

ايم-اي، ايم-اي-ڊي، ايل ايل بي

پرنسپال سنڌ لا ڪاليج حيدرآباد

جي نيڪ نالي تي مضمون ڪريان ٿو، جنهن شايد ١٩٤٢ ڌاري، سڀ کان پهرين مونکي اها واقفيت ڏني، ته انسان، ڪنهن مٽيءَ جي پتليءَ ۾ ڦوڪ ڏيڻ مان ڇڪ ڏيڻي ڪونه آئي وئي، بلڪ هو هڪ سيل (جرثومي) مان ارتقا ڪري انسان جي صورت ۾ آيو آهي، پر ان وقت مونکي انهيءَ ڳالهه جي سمجهه جيترو شعور ڪونه هو ۽ جماعت اسلاميءَ جي چڪر ۾ ٻريءَ طرح جڪڙيل هجڻ سبب قاضي صاحب کي حقارت مان ائين چئي آئيس، ته اسين ته پاڻ کي انسان جو اولاد ٿا سمجهون، جيڪي پاڻ کي باندر جو اولاد سمجهن، سي ڀلي سمجهن. قاضي صاحب کلي پيو ۽ چيائين هاڻ آءٌ اوهان کي ڇا سمجهايان، وڃي مطالعو ڪريو.

Soorih Mirani

مون ان وقت تازو علامه پرويز جو ڪتاب معارف القرآن حصه ٻيو ورتو هو، ان ۾ به اهڙي مفهوم جا لفظ ڏسي ان کي به اڇلائي ڇڏيم، جو حاجي احمدعلي مجذوب کي مفت ڏيئي ڇڏيم. ۽ پوءِ ورهي ١٩٤٥ ۾ عاليجناب ڊاڪٽر ذاڪر حسين مرحوم جو ساڳئي موضوع تي شاگردن لاءِ لکيل ڪتاب "انسان کي ڪهاڻي" پڙهي ان کي به خطرستي چنڊ ڪيم ته اوهان کي جي هڙا خيال پکيڙيا هواته عليگڙهه يونيورسٽيءَ جا ١٢٠٠ پگهار ڇڏي اچي ٧٠ روپين تي ڇالاهه آيا. هن شريف انسان به ڏاڍو سنجيدو خط لکيو ته جذبات جي وهڪري ۾ نه وهو، سنجيده تي علمي مطالعو جاري رکو.

آخر جڏهن ١٩٤٩ جي شروع ۾ انجمن ترقي اردو جو ڪتاب "جديد معلومات سائنس" پڙهيم، ته ان ۾ اهي ساڳيا لفظ پروڏي تفصيل سان سليس اردوءَ ۾ قرآن شريف جي آيتن سان ڏنل هوا، جي پڙهي جن ته ڪپاٽ کلي ويا ۽ ساري حقيقت سمجهه ۾ اچي ويئي. پوءِ انهي موضوع تي ٻيا ڪافي ڪتاب پڙهي نيٺ ١٩٥٧ ۾ هيءُ ڪتاب تاليف ڪيم. اميد ته ٻين به حق جي ڳولائن جا ساڳيءَ طرح ڪپاٽ کلندا، باقي انهن پڙهيل جاهلن جي ته مغز ۾ ڪڏهين به ڳالهه ڪانه وهندي، جن کي شعوري طرح اها به خبر ڪانهي، ته سج الهندي کان لهي ورني اڀرندي کان ڪٿان تو اڀري ۽ ڌرتي روزانه وڃي لکه ميل ڪٿي پهچي اڏامي! ۽ سندن ڪهڙو درجو پڙهندڙ ڇوڪر جي ڪتاب ۾ به اهڙا اکر ڏسي، وڃي ان جي مخالفت ۾ به لوٽ لکن.

سدائين سيڪڙات

محمد عثمان ڏيپلائي

هوءِ جان پاڻ ۾، هِڪُم رُوح رهاڻ،
ته لِڪو ڏونگر ڏهه ۾، نِڪا ڪيچين ڪاڻ،
پنهون ٿيس پاڻ، سسئي تان سور هوا!
(شاه)

دلا! تاکي درين کاخِ مجازي
کني مانند طفلان خاک بازي؟

توئي آن دست پرور مرغ گستاخ،
که بودت آشيان بيرون ازين کاخ!

چرا زان آشيان بيگانه گشتي؟
چو دونان، چغدِ اين ويرانه گشتي!

بيفشان بال و پر ز آميزشِ خاک،
بپر تا کنگرِ ايوانِ افلاک!

خليل آسا درِ ملکِ يقين زن،
نوائي "لا اُحب الافلين" زن!

(حضرت جامي رح)

Soorih Mirani

# اي انسان!

تون هن (غلاميءَ جي) غير حقيقي ماڙيءَ ۾
ٻارن وانگر،
ڪيستائين مٽيءَ سان راند ڪندين؟
تون ته اهو پيارو ٻالڪ پکي آهين،
جنهنجو آکيرو انهيءَ ماڙيءَ کان ٻاهر آهي!
تون ڇاجي لاءِ،
انهيءَ آکيري کان اڻ واقف بڻجي،
ذليلن وانگر، هن (غلاميءَ جي) سچ جو آلو بڻو وتين؟
آهه!
اهي ڌوڙ ڀريل کنڀ کنڀڙاليون ڇنڊي،
(آزاديءَ جي) آسماني اڀوالن تائين اڏام!
(وهمن جي دنيا کان الڳ ٿي) صحيح حقيقت جي ملڪ جو دروازو کڙڪاءِ،
۽ اعلان ڪر، ته
مونکي اهي اصل نٿا وڻن،
هي
زوال پذير آهن!"

# پيش لفظ

"انسان"

اهو ڪهڙو نه ننڍڙو ۽ عظيم لفظ آهي!
سموريءَ ڪائنات ۾ سمجهدار هستي!
سموريءَ ڪائنات کان وڌيڪ ترقي يافته هستي!
سموريءَ ڪائنات جو سر جهڪائيندڙ هستي!
هوا، باهه، پاڻي، وڄ ۽ پاتال تي حڪومت هلائيندڙ هستي!
مگر،
جڏهن انهي سان گڏ
هن جا ڪي فرد
تمام ٿورڙن فردن اڳيان
مجبور بيوس
ذليل ۽ مظلوم ڏسجن ٿا،
هو پنهنجي لاءِ،
سواءِ آپگهات جي ٻيو ڪوبه چارو نٿا ڏسن،
۽ جڏهن آپگهات ڪري نٿا سگهن،
ته پريشانين ۽ غمگينين جي ڪوري ۾ جلندا پچندا رهن ٿا
تڏهن دل ۾ ٽيس اٿي ٿي،
دماغ ۾ سوچ ويچار جون لهرون هلچل برپا ڪن ٿيون،
ته آخر ائين ڇو آهي؟

* * * *

صديون، بلڪ قرنن جو ماريل پچايل دماغ
ڪجهه غور ڪري پريشان ٿيڻ بدران
شارٽ ڪٽ اختيار ڪري
وڃي پنهنجي جوڙين کان ان جو حل پڇي ٿو،
جي جوڙي پاڻ ئي
ڪوڙيڙي واڳر ڪنهن جار ۾ ڦاسائي ويٺا آهن!
سو ڪنهن ڇونه اهو جواب ڏين نه.

”توڙي هاڻ تڪڙو، توڙي وڃهن وڪ،
لڪڻي منجهان لڪ، ذرو نه ضايع ٿئي!“
هو ضرور اهو جواب ڏيندو،
ڇاڪاڻ ته متان هيءُ مجبور ۽ مظلوم مڪ،
سندن چار مان لڪرڻ لاءِ هٿ پير هڻي!

* * * *

تڪل دماغ، تصديق لاءِ
وڃي ٿو
رهبران دين متين وٽ
جي رهبر پاڻ به چوڙن وانگر رت پي رهيا آهن!
هو يڪدم چوڌري صاحبن جي تصديق ڪن ٿا،
نه فقط تصديق،
مگر ان سان گڏ اهو ارشاد به فرمائين ٿا ته:
”ملڪ الله جو آهي،
جنهنکي گهرندو آهي، ان کي ڏيندو آهي.
پلا جيڪڏهين غريب نه هجن،
ته زڪوات جو فرض ڪيئن ادا ٿئي؟“

* * * *

پريشان دماغ
طمانيت ۽ سڪون حاصل ڪرڻ لاءِ
روحاني پيشوائن ڏي رجوع ٿئي ٿو،
ته اتان ته ماڳهين اها رشد و هدايت نصيب ٿئي ٿي ته:
”دنيا هڪ پوليد آهي ۽ ان جا طالب ڪتا!
دنيا جا طالب ڪدڙا آهن ۽
مرد فقط ”مولا جا طالب“ آهيون،
(ان ڪري ئي اسين حقدار آهيون ته اوهان جي
نيالين خواه عورتن سان مجازي عشق ڪنديون)
دنيا مومن لاءِ قيد خانو آهي،

نظر بلند ڪريو،
فقط آسماني عرش جو تصور ڪريو!
غريب وسوڙل
جيستائين آسمان جو تصور ڪيو،
اوستائين محسوس ٿين،
ته سندس زمين به
سندس پورن هنان نڪري وئي!
۽ هاڻي هو پاڪاري پاڪاري چوڻ لڳو:
خداوندا! يہ تيرے ساده دل بندے ڪهان جائين؟
ڪہ درويشي ڀي عياري هے، سلطاني ڀي مڪاري!
* * * *
هو آسمان ڏانهن نهاري پاڪاريندو رهيو،
ڪڏهين آنهي چينين جي صورت ۾
مگر جپانين هٿان لهڪندڙ نيل جي ديگين ۾ سڙندو رهيو!
ڪنهن مهل بنگالي بکين جي صورت ۾
ہر ڪلڪتہ جي آسپاس ڪتن ڪانگن کان بتجي
چاليهن لکن جي تعداد ۾ تڙپي تڙپي مئو!
ڪنهن وقت گاندي پکتن ۽ جناحي مجاهدن جي وس ۾،
ہروبهن لکن جي تعداد ۾ قتل عام ٿي چڪو،
سندس سوا لک عورتون ٿين وار ٿيون،
سندس چار ڪروڙ انسان دربدر خاڪ بسر ٿيا!
ڪنهن زماني ۾
خليفته المسلمين، اميرالمؤمنين، جي ساہ هيٺ
بغداد جي مسجدن ۾
چنگيزي فوجن ٿي بد دعائن جو وسڪارو وجهندڙن جي صورت ۾،
مگر سڄا سارا چولهہ ڏينهن لڳو لڳ ڪسندو رهيو،
۽ پاڪ ڪروڙ پورو ٿي ويو!
فما بڪت عليهم السماء!

هنن تي آسمان ڪري، لڙڪ ڪري ڇڏيو!

* * * *

جڏهن چور چوري ڪري ڀڄي ويندو آهي،
جيتوڻيڪ پرن لغاڙي جي وجهه ڪري اهي نه ڀڄندا آهن،
ته لاچار اُهي ئي پڪڙيا آهن.
جڏهن "سپوت پٽ"
ابن ڏاڏن جي پهروي، ۽ تباهي ۽ بربادي کان
سواءِ ٻيو ڪجهه به نه ڏسندو آهي،
تڏهن لاچار
هو "ڪپوت" بنجي ڪا پنهنجي راهه کولهندو آهي.
۽ دنيا جي تاريخ شاهد آهي ته
دنيا جون سڀ ترقيون
انهن جون ئي ايجاد ڪيل آهن،
جن کي سندن وڏا
"ڪپوت"
جي معزز خطاب سان سرفراز ڪندا هئا.

* * * *

پوءِ جڏهن
سڀ کان ننڍڙو ڀاءُ
وڏن ڀائرن جا موچڙا سهي
"سگ باش وبرادر خورد مباش"
تي عمل ڪري
هيڪر چٽو ڪتو بنجي،
وڏن ڀائرن کان سندس حق زوري، کسهندو آهي،
تڏهن وڏا ڀائر به ڪوس بنا دير جي
"اسانجو پيارو ڀاءُ" سڏي خوشامد ڪندا آهن،
ته متان اڳيان حساب ڪتاب نه چڪتو ڪرڻا پون!

* * * *

جڏهين ڦٽن تي ملم پٽيون ڪري ڪري ڪڪ تي ڍڪيو آهي،
۽ ڪڙا چٽي کان پيا ٿيندا وينَدا آهن،
تڏهين انهي کان سواءِ ٻيو ڪوبه چارو ڪونهي
ته مرض جو اصل بنياد معلوم ڪجي،
سندس اصل نڪالي جا پير کڻجن ۽ صحيح سببن
جي سچي واقفيت حاصل ڪجي،
ڇاڪاڻ ته
سمورين پريشانين،
سڀني دکن،
سڀني غمگينين،
جواصلي ڪارڻ
"جهالت" يا "اڻ واقفي" آهي!
۽ انهيءَ اڻ واقفيءَ کي دور ڪرڻ خاطر
هرڪنهن انسان لاءِ اهو ضروري آهي ته
هو پنهنجي سموريءَ تاريخ تي صحيح طر سان نظرز ڦيرائي،
ان جي پوري واقفيت حاصل ڪري،
ڪپوڙن ۽ حقيقت کي پرکي،
ته، ڏوڪن ۽ فريبن جي جار کي تار تار ڪرڻ،
وهمي آسرن ۽ اميدن کي ٺوڪر هڻڻ،
هن لاءِ بلڪل آسان ۽ آسان تر ٿي پوندي.
هن کي چڱيءَ طرح معلوم ٿيندو ته
من عرف نفه فسقد عرف ربه
جنهن پنهنجي پاڻ کي سڃاتو،
تنهن بيشڪ سندس رب کي به سڃاتو،
ان وقت کيس محسوس ٿيندو ته
علامه اقبال ڪهڙو نه سٺون رستو ٻڌايو آهي ته،
خودي ڪو ڪر بلند اتنا، ڪه هر تقدير سے پهلے
خدا بندے سے خود پوڇے، "بتا! تيري رضا ڪيا هے؟"

اي مذهبجا پيارا انسان ڀاءُ!
تنهنجي انهي خوديءَ کي بند ڪرڻ خاطر،
تنهنجي پاڻ سڃاڻڻ لاءِ،
آءٌ تنهنجي اڳيان
اهي "ابتا پير"
پيش ڪريان ٿو،
جي تنهنجي ۽ پنهنجي خيرخواهن
تنهنجي ۽ پنهنجي بهبودي گهرندڙن ،

قيدخانن،
ڦٽڪن،
جيتري جلائڻ،
ڦاسين،
گولين ،
۽ ٻين بيشمار سزائن سهڻ سان ٺهي ڪنيا آهن.
هي "ابتا پير" بيشڪ آهن،
پر "ڪوڙا" نه آهن.
هي بار بار پرکيل حقيقتون آهن.
هي توکي هرگز نه چوندڙون ته هنن تي "اکيون ٻوري" ايمان آڻ!
بلڪ هي ته توکي بار بار چونديون ته
اکيون کول،
عقل هلاءِ،
سوچ ڪر،
اکين جي غلطين کي پرک،
هو جن به ڪڏن ڪوبه ڪريا، انهن کان پاسو ڪر.
هو جنهن به والي نه والي تي پلا آهن ،
انهن تي تون ئي رهبر بڻج.
هنن جو سٽ جتي منجهيو آهي،
اتي تون ئي ڳنڍ کي سلجهائڻ جي ڪوشش ڪر.

تون ڪڏهين به انڌو، ٻوڙو ۽ گونگو بنجي عقل کان عاري نه ٿج،
جاڪاڻ ته
بدترين ساهه وارا اهي آهن، جي
گونگا، ٻوڙا ۽ انڌا آهن،
جي عقل ڪم نٿا آڻين.
سنڌ جا انسان!
آءٌ تو سان آهيان، تون منهنجو آهين،
آءٌ جڏهين دنيا جي انسانن کي
تو ۽ مون کان گهٽو اڳتي وڌيل ڏسان ٿو،
جڏهين ٻاڻ تي ڏٻل غلاسي مڙهيل ڏسان ٿو
تڏهين مونکي ٻه ريس نٿي ٿي، نرچو نه
تون ۽ آءٌ به
فند سان اٿي،
ڪر مرڙي،
جونئن پريل سوڙ کي پري اڇلائي،
انهن انسانن ڏي قدم وڌايون، جي
يقيناً انهي پر فضا باغ ڏي وڌي رهيا آهن،
جنهن هيٺان دلپسند، مٺي ۽ صاف پاڻيءَ، کير، ماکي ۽
بي نقصان، دل کي راحت ڏيندڙ ۽ پاڪ شراب
جون نهرون وهي رهيون آهن،
جنهن ۾ هر قسم جا ميوا، هر ڪنهن موسم ۾
هر قسم جا عمدا طعام،
هر قسم جي پکين ۽ مڇين جا عمدا ۽ خراب نه ٿيڻ وارا گوشت،
گهربل لذڪار ۽ گرميءَ پريل ڪمرن واريون
عمديون صحت بخش جايون آهن.
صحتمند سانيائون آهن،
خوبصورت ۽ شاداب اولاد نٿي ٿو.
جتي جي رهاڪن جو موسم تي اپڻو ضابطو رهي ٿو،

جو سردي گرمي، اس ۽ ڇانو،
سڀ هنن جي اختيار ۾ رهي ٿي.
هنن جا سينا ڪينن کان خالي رهن ٿا.
هو جيڪي گهرن ٿا، سو انهي کين ملي ٿو.
جتي وڃڻ چاهين ٿا، اتي وڃي سگهن ٿا.
هو دائمي نعمتن ۽ راحتن ۾ مسرور رهن ٿا.
۽ هنن جو عقيدو آهي ته:
عمل سے زندگي بنتي هے جنت بهي جهنم بهي،
يہ خاڪي اپني فطرت ۾ نہ نوري هے نہ ناري هے!
منهنجا پيارا ساٿي ڳالهائيندڙ پاڻ!
انهن اڳتي وڌيل انسان جا پروڙيل احوال ۽ تجربا،
سندن ٻولين تان ترجمو ڪري،
آءٌ توهانجي پيش ڪريان ٿو.
ته توکي به مون وانگر
پنهنجي اصليت جي پروڙ پوي،
۽ تون به مون سان گڏ
انهي منزل ڏي قدم وڌائين،
جنهن ڏي سڄاڳ سات هلي رهيو آهي.
۽ نه فقط ايترو،
پر جتي آءٌ ٿوڪر کان،
اتي تون به مون کي اٿارين.
جتي آءٌ ٿڪجي پوان، اتي تون به منهنجو هٿ وٺين.
جتي منهنجي سمجهه ڪم نه ڪري،
اتي تنهنجي سمجهه رهبري ڪري.
ڇاڪاڻ ته
منهنجا سنڌي چاهيندڙ پاڻ!

مون کي اهو يقين آهي ته
تون ڪنهن به صورت

دنيا جي ٻين انسانن کان گهٽ ناهين.
تنهنجي گذريل تهذيب انهي تي شاهد آهي،
فقط تنهنجي انهي کي ياد ڪرڻ جي دير آهي!
ياد عهد رفته تيري خاک کو اڪسير هي
تيرا ماضي تيرے استقبال کي تفسير هي
مون کي ته اها پڪ آهي، ته سنڌ جي زمين نهايت ڀلي آهي،
پر ظالمن جي ظلمن کان اجاڙ ٿيل آهي.
صرف صاف دماغ جوانن جي همت جي دير آهي،
هوءَ آباد ۽ شاداب ٿيندي ويرم ئي ڪانه ڪندي،
۽ يقينا يعجب الزراع (پوکيندڙ کي وڻندڙ) جو نظارو پيش ڪندي!
نهين هے نااميد اقبال اپني کشت ويران سے
ذرا نم هو تو يه مٽي بهت زرخيز هے ساقي!
انهي ئي اميد،
انهي ئي يقين،
بلڪ انهي ئي علم اليقين،
مون کي اهو ارشاد ڪري قلم هلائڻ جو حڪم ڏنو آهي ته:
نوا پيرا هوا، اي بلبل! ڪه هو تيرے ترنم سے،
ڪبوتر ڪے تن نازڪ ۾ شاهين ڪا جگر پيدا!
اها ڪيڏي نه افسوس جهڙي ڳالهه هئي، جو اسان جي تاريخي ڪتابن ۾ ملڪن ۽ بادشاهن جون تاريخون ته خوب آهن، پر "انسان ذات جي تاريخ" آهي ئي ڪانه. اردو زبان ۾ به اڃا ڏهن ٻارهن سالن کان اهو سلسلو شروع ٿيو آهي، پر سنڌيءَ ۾ ته بالڪل ڀڙي هئي. هينئر ڪراچي ۾ ڪن صاحبن اسڪولن لاءِ اهڙيون تاريخون لکيون آهن، پر هڪ ته انهن خود ۾ به کهڙو چاڙهو ڪونهي، اهو ته جيڪا ڪجهه خاص اسڪولن لاءِ لکبي آهي، اها ڪڏهن به صحيح جذبات ۽ حقيقتون ظاهر ڪري نه سگهندي آهي، ان ڪري سنڌيءَ ۾ اهو پاسو اڃا صفا خالي آهي ۽ شايد — خالي رهندو.
هيءَ حالت ڏسي مون هن اهم ڪم ۾ هٿ وجهڻ ضروري سمجهيو

۽ ۱۹۰۳ع کان وٺي اخبار انسان جي وسيلي اها تاريخ قسطن ۾ ڏيڻ شروع ڪئي. سونکي ڏاڍو ڏک ٿو، ته اهي قسطون ڏيکاري ڪي ڇپيل منهنجي شريف ناظرين کي برغلائيندا ۽ ڀڙڪائيندا، پر مونکي بيحد خوشي ٿي، جو سنڌي مسلمان جو مطالعو ۽ ذهن هيئنر انهي حد تي پهچي ويو آهي، جو هو برغلائجي نه نه سگهيو، بلڪ زور رکي لکيو ته "آئي" ۽ "جلد آئي" پيا ايترو ترسي نٿا سگهن:

گهڙن ۽ گهنڪن، ولهون پوئن وهه گاڏيون،
"بده ساقي!" "برخيزا"، "پار کي پرين!"
پکين نه پرچن، سٽ نڪائون منجهيان!

---

موڪيا سنڌ پيارا! اوچو اوچي سٽ سان،
ڏيندي ڏاڏارن کي، ولي وجه مڙ وار،
ٻڌر ڪٿي سردار، اگهن تنهنجي آلما!

انهي آواز تي لبيڪ چئي، هي شيشو ئي پوش ڪجي ٿو. پيالا نه بچي ويا، پر شيشي جو ڏسجي ته ڪهڙو حال ٿو ٿئي!

البت اڄ انسانيت جي دوستن سان اهو حال ضرور اوربند س ته انسانيت جا دشمن اندر ۾ گهٽوائي لٿيا ۽ پڇيا، پر ٻاهر ٻاڪ ڪڍڻ جي جرات ڪانه ٿين. البت ڪن انسان دشمن ڪامورن غريب ڏيپلائي تي گهڻيئي مصيبتون آنديون، پر بقول شاعر:

سفينه برگ گل بنالها قافله مور ناتوان نے
هزار موجون کي تي کشا کش، مگر يه دريا کي پار هوگيا

اگرچه اهو عرصو به هو خاموش نه هو ۽ بقول شاه رحه:
جان وهي نٿان واٽ، ڪهڙ پڇن ڪوڙيون!

آخر اهو ڏينهن به آيو، جو اڄ آءٌ وري به انسانيت جو پلو جهيندڙن اڳيان هي انسانيت جو انجيل پيش ڪريان ٿو ۽ وري به اها چيز ترواز ٿي ته بيڪار گهجي ته ايٽ دف ٿي وڃي ٿي، پر جيڪا چيز انسان ذات کي فائدو پهچائي ٿي، سا زمين تي دائم قائم رهي ٿي.

حيدرآباد سنڌ

۱- نومبر ۱۹۷۷ ڏيپلائي

# انسان جي تاريخ

## باب پهريون

### انسان سوچي ٿو....

آءٌ ڪير آهيان؟.... ڪٿان آيو آهيان؟.... چنڊ ڇا آهي؟.... تارا ڇا آهن؟.... آسمان ڇا آهي؟.... سج چنڊ تارا ڪيئن ٿا ايرن؟.... اهڙي ۽ ٻيا انيڪ سوال انسان جي دماغ ۾ آيا، جڏهن هن سوچڻ شروع ڪيو. مختلف ملڪن ۾، ڌار ڌار ماحول ۾، ڌار ڌار حالتن هيٺ هن سوچيو ۽ هو هيٺين نتيجن تي پهتو:

(۱) هندستان وارن سمجهيو ته ڌرتي روپيه واڳر آهي، جنهن کي چار هٿ ڪيو پيا آهن، انهي جي هيٺان پاتال آهي، جنهن ۾ ناڳن

ڀلائن سان ڀريل نرڪ آهي، هاڻي هڪ ڪڇون تي بيٺل آهن، جو ڪڇون اٿاهه پاڻي ۾ بيٺل آهي، ان جي وچ ۾ ”سميرو“ (پامير) نالي جبل آهي، انهي مٿان آڪاس آهي، جنهن ۾ ”سرڳ“ آهي، ان سرڳ ۾ اپسرائون (سهڻيون عورتون) ۽ گندرب (سهڻا ڇوڪرا) آهن.

(٦) ڪلدانين به سمجهيو، ته ڌرتي روپيه وانگر ٽڪي آهي. ان جي وچ ۾ جبل جودي آهي، جنهن مان ٻه نديون فـــرات ۽ دجله نڪرن ٿيون. انهي ڌرتيءَ جي چئني پاسن کان سمنڊ آهي ۽ مٿان آسمان پيالي وانگر اونڌو ڪري رکيل آهي، ان جي ڇت ۾ سج چنڊ ۽ ٻيا تارا ڏيئن وانگر جڙيل آهن.

(٣) توريت کي مڃيندڙن (ابراهيمن) سمجهيو ته هڪ وڏي شاهي سمنڊ مٿان مڇيءَ آهي، مڇيءَ مٿي ڍڳو آهي، انهي ڍڳي جي هڪ سڱ تي دنيا بيٺل آهي، اهو ٿڪجي ٿو ته ٻئي تي رکي ٿو، جنهن ڪري ڌرتي ڌڏي ٿي. ۽ ڌرتيءَ مٿان آسمان آهي، جنهن ۾ بهشت آهي ۽ هيٺ دوزخ آهي.

دنيا جي ٻين قومن ۾ به اڪثر انهي ئي طرز جي معلومات هئي فرق فقط هيءُ هو، ته برفيلن ملڪن جا ماڻهو سمجهندا هوا، ته بهشت ۾ سدائين باهه پئي ٻري ۽ دوزخ ۾ اهڙا هـن کـان وڌيڪ ٿڌ آهي. مگر .... هي سوال هئا، جي سڀني کـي خوب منجهائي رهيا هوا:

(١) سج هميشه الهندي کان لهي ٿو ۽ اڀرندي کان اڀري ٿو اهو ڪيئن ٿو ٿئي؟

(٢) قطب تارو ڇو هڪ هنڌ بيٺل آهي ۽ ست تارا يا ٻيا وڏا بلڪ سمورا تارا هن کي چوگرد ڇو ٿا ڦرن؟

پهرئين سوال جو جواب گهڙڻ وارن اهو ڏنو ته خدا جا ملائڪ سج کي زنجيرن سان جهلي کڻي، اولهندي کان آڻين ٿا، يا ڪنهن طرح هو پاڻ آسمان مان لنگهندو اچي اوڀر کان اڀري ٿو.

(٢) قطب تارو ۽ ڌرو تارو هڪ اولياءَ جا نالا آهن، جو ڀڳتي

عبادت ڪري الهي مرتبي تي پهتو آهي.

(زهره تاري جي سونهن سبب ته تمام گهڻا فرقا هن کي خوبصورت صورت سمجهندا آهن.)

مگر جڏهن ته صورا فرقا اهن ئي سمجهندا هوا، ته افق (آسمان ۽ زمين جي جيڙي) وٽ ڌرتي آسمان پاڻ ۾ گڏيل آهن، جنهڪڏهن ڌرتيءَ جي ڇيهه تي پهچبو، ته اتان آسمان تي چڙهي سگهبو، انڪري ڪيترن شوقين جوان ڌرتيءَ جي اپرندي يا الهندي ڇيڙي ڏي هلڻ لڳندا هوا. مگر هوا ڏسندا هو، ته جڏهن پوءِ تڏهن ڌرتيءَ جو ڇيهه اڳتي نهندو وڃي ٿو ۽ يا ته هنن کي اڳيان سمنڊ ڏي ايندو هو، ڏاهين هو ساڪيءَ گهولا ۽ جهازن تي چڙهي اڳتي وڃندا هئا، يا خود سمنڊ جي ڪناري تي رهندڙ انسان به ساڳئي ڪوشش ڪندا هوا، مگر نتيجو بهرحال ساڳيو نڪرندو هو، جو جڏهن پوءِ تڏهن ڌرتيءَ جو ڇيهه اڳتي وڌندو هو.

ڌرتيءَ جي ڇيهه ڳولڻ جي ڪوشش ۾ هزارين مري ويا ۽ هزارين ورهيه ٻهي رهيا، جن مان هڪڙو "ذوالقرنين" نالي بادشاهه به هو، جو اپرندي ڇيڙي تي "ڪوهه ڪاف" جبل ڏسي، انهن کي دنيا جو ڇيهه سڏي واپس وريو، الهندي ڇيڙي تي سج کي پوروچ سمنڊ ۾ غرق ٿيندو ڏسي، انکي به دنيا جو ڇيهه سڏي موٽيو، ۽ پوءِ سمجهڻ لڳو ته هو "روءِ زمين" جو بادشاهه آهي. ۽ اهڙي نموني ڳالهه حضرت سليمان نبيءَ جي نالي به چئي وڃي ٿي.

مگر يونان ۽ مصر وارا جيڪي انهي الهندئين ڇيهه ڪان به اڳرا هوا، تن ڏٺو ته سج ته اچا به اڳيرو غرق ٿئي ٿو، سي سندس غرق ٿين واري هنڌ کي ڳولڻ لاءِ اچا به اڳتي وڌنـدا ويا، لان جو هنن سوين ڏينهن نڪ سامهون ڏڪاڪاڻ بعد هنزاول محسوس ڪيو ۽ پوءِ اعلان ڪيو، ته ڌرتيءَ جو ڇيهه اصل ڪونهي، ڇاڪاڻ ته هوءَ روپهه والنگر ناهي، پر ڏڙي وانگر آهي، جنهن تي نڪ سامهون هلبو ته وري ساڳئي هنڌان اچي نڪربو. ڌرتيءَ جو "ڏڙو" (بال يا کينهون)

سڀني مذهبي اڳواڻن کي پاڻ ڏيارينديون هو، ڇاڪاڻ ته سندن مذهبي ڪتاب انهيءَ جي سخت خلاف هوا ۽ انهن سمجهيو ٿي ته مذهبي ڪتابن کي ڪوڙو سڏڻ، ۽ مذهبي ڪتابن جو ڪوڙو ٿيڻ معنيٰ مذهبن جو ڪوڙو ٿيڻ، پوءِ جي مذهب به ڪوڙا ٿيا، ته پوءِ مذهبي اڳواڻ صاحب ڪائيندا ڪٿان ۽ عزت ڪهڙي رهندين؟ ڇو ته هو گهڻو ڪري پنهنجو پورهيو نه ڪندا آهن، هو ته ٻلن وانگر ٻين جي ڪمائي مان ڪنهن نه ڪنهن حرفت سان حصو وراهيندڙ آهن، ڪڏهين نيزاريون ڪري، ڪڏهين چورپون ڪري، ۽ ڪڏهن ته جهپو هڻي زوري ڪري!

اڄوڪي زماني ۾ جڏهين نه فقط ڌرتيءَ جو گول هجڻ روز روشن وانگر ثابت ٿي چڪو آهي، پر هن جي پوري ماپ خواهه ’تور‘ به مقرر ٿي چڪي آهي، تڏهن اسانکي اهي دليل نهايت کل جهڙا يا حيرانيءَ جهڙا لڳندا، جيڪي ان وقت پادري ڇوندا هئا. جئن ته هڪ پادري ٿو فرمائي:

”ڇا انهن بيوقوفن کي ڇا چوان، جيڪي سمجهندا آهن، ته دنيا جي ”هيٺئين پاسي“ جا ماڻهو مٿو هيٺ ۽ پير مٿي ڪري هلن ٿا.“

يعني پادري صاحب جو دماغ اهو اصل سمجهي نه سگهيو ته اهو ”هيٺيون پاسو“ ڪنهن مهل اسين پاڻ آهيون، ته ڪنهن مهل آمريڪا وارا!

دنيا گول هجڻ جو نظريو * اول اول يونانين ڏاهن ڪيو ۽ مصر

* ”نظريو“ جو لفظ انگريزي لفظ ”ٿيوري“ جو ترجمو آهي. سنڌيءَ ۾ هن جو صحيح ترجمو نه ”انومان“ آهي يعني هڪڙو گمان، مثلا هڪ ڇوڪري جي تار اچي ٿي، هو مئٽرڪ امتحان ۾ ويٺو هو ۽ ان جي رزلٽ آئوٽ ٿي آهي. هو تار مان شرط خوشيون ملهائي ٿو، مٺائي ورهائي ٿو.

هڪڙو پيو عزيز هن کي اهڙي حالت ۾ ڏسي انومان ڪري ٿو، ته هو ضرور مئٽرڪ ۾ پاس ٿيو آهي ۽ هو ان ”هڪڙي گمان“ تي

خواهه هندستان جا عالم به انهيءَ جا مخالف هوا، پر جڏهن ته مذهبي دنيا سدائين هنن کي ڪافر، منڪر، ملحد يا ناستڪ جي خطابن سان پئي نوازيو آهي، انڪري عوام، خصوصاً ديندار يا ڌرماتما قسم جي عوام جي نظر ۾ نه اهو مسئلو صحيح آهي، نه وري اهي شخص عزت جا لائق پئي رهيا آهن.

۽ باوجود انهيءَ جي، جو اڄ انهيءَ نظريي مطابق ساريءَ دنيا ۾ هوائي جهاز هلن پيا، بلڪ هزارين چنڊ ڏانهن به ڏاهيا ويا آهن، پر اڄ به ديندار قسم جا "ابوجهل" اهڙا ڳالهه اصل سمجهي نٿا سگهن ته ڌرتي ڏڏي وانگر آهي ۽ اسين ڪڏهن مٿل ان جي مٿئين پاسي تي آهيون، ڪڏهن مٿل هيٺئين پاسي تي!

ڌرتي گول هجڻ جو "نظريو" قائم ڪرڻ لاءِ اڳئين زماني جي ڏاهن ۽ عالمن کي پنهنجن سببن سان گڏ خاص اهو ئي سبب هو، ته جهاز اچڻ وقت سڀ کان اول هن جا ڪوها ڏسڻ ۾ ايندا آهن، پوءِ ٻين پوءِ ٽين باقي حصو؛ حالانڪ جيڪڏهن ڌرتي روٽي وانگر هجي ها، ته جيستائين به نظر پهچي سگهي ٿي جهاز سڄو ڏسڻ ۾ اچي ها، ڪٿي ننڍو ڏسجي ها - پر ڏسجي سڄو ها؛ هي اهو لاجواب

تيستائين "يقين" ڪندو رهندو، جيستائين ڪيس انهن کان به وڌيڪ يقين ڏياريندڙ ۽ وڌيڪ پڪن دليلن واري ڪا بي خبر نه ملي!

ڌرتي آسمان ۽ ڪائنات جا راز کولڻ لاءِ جيڪي به ڪوششون ڪيل آهن يا پين لفظن ۾ "ٿيئري" ڪيا ويا آهن، انهن سان جيڪي "انومان" قائم ڪيا ويا، انهن کي "ٿيئري" يا "نظريو" سڏجي ٿو *يتوليڪ اهي فقط انومان آهن، پر اهي تيستائين "يقين" *و در*و رکن ٿا، جيستائين انهن کان وڌيڪ پڪا دليل سندن مخالفت ۾ نٿا ملن.

ناظرين "ٿيئري" ۽ "نظريو" اکر کي ياد رکن، ڇاڪاڻ ته اهي لفظ هن مضمون ۾ بار بار ايندا.

دليل هو، جنهن جو جواب پادرين وٽ سواءِ هن جي ٻيو ڪوبه ڪونه هو ته "اهي اکر پاڪ توريت (بائبل) جي تعليم جي خلاف آهن، اهو ڪفر آهي ۽ خدا جو ناراضپو آهي، جنهن جي سزا ۾ جهنم ملندو."

ڏٺو ويو آهي، ته جاهلن جا ننڍڙا ٻار، جوڳئون ڪڏهن يا وهنجي ڦٽي ڏيارڻ کان ننائيندا آهن، ته سائنس هنن کي اهو دڙڪو ڏيندا آهن ته "رات جو جوڳئون گهلي وڃي کوهه يا درياهه ۾ وجهندئون" ويچارڙا اڻ ڄاڻ ٻار ننڍي هوندي ته انهيءَ دڙڪي کي سچ سمجهندا آهن، پر جڏهن وڏا ٿيندا آهن، تڏهن ڪين انهي دڙڪي تان کل ايندي آهي.

اهڙي ساڳي ئي حالت علم وارن سان به ٿئي ٿي، ٿوري علم وقت ته هو پادرين جي دوزخ جي دڙڪي کان ڊڄي وڌيڪ کوجنا ڪرڻ کان باز رهندا آهن، پر جڏهين هنن روز روشن وانگر محسوس ڪيو، ته ڌرتي گول ئي آهي، تڏهين هو نه فقط پادرين کي ڪوڙو سمجهڻ لڳا، پر سندن مذهبي ڪتابن کي به ڪوڙا سمجهڻ لڳا، ۽ جيڪڏهن ڪين "ڪوڙن" بدران ڪو ٻيو مهذب اکر ڳالهائڻو هوندو هو، ته چوندا هئا ته اهي مذهبي ڪتابن ۾ "ٻڌل جون ٻلاولون" آهن. جئن ته اسانجي ڪتاب ۾ پادرين ۽ ڏاهن جي مقابلن جو ذڪر تمام گهڻو ايندو، انڪري سهوليت لاءِ اسين پادرين خواه انهي قسم جي ٻين مذهبن خواه قومن جي ماڻهن کي "مذهبي عالم" سڏينداسون ۽ مذهبي ڌرمي ڪتابن کان الڳ رهي پنهنجي سر کوجنائون ڪندڙن کي "عقلي عالم" سڏينداسون. ناظرين انهن ٻنهي اکرن کي ياد ڪن.

جيتوڻيڪ چين، هندستان وغيره هنڌن ۾ به "عقلي عالم" ۽ "مذهبي عالمن" جون پاڻ ۾ ٽڪرون ٿيل آهن، پر جڏهين ته انهن جو وڏو جولانگاه الهندين ايشيا، اتر آفريقا ۽ يورپ ئي رهيو آهي، انڪري ناظرين کي گهڻيءَ پريشاني کان بچائڻ لاءِ اسين انهي

وڏي ميدان جا ڏي گهڻا احوال درج ڪندا سون."

جئن اسان مٿي لکيو آهي، تئن 'مذهبي عالمن' وٽ عقلي عالمن جي دليلن جو جواب نہ ڪو هو ڪونہ، هو پنهنجي عزت ۽ پيدائش بچائڻ خاطر عوام خواه سندن معتقد بادشاهن کي ڇيڙيندا هوا، تہ هنن منڪرن ملحدن کي سزا ڏيو يا ماريو، تہ توهان تي خدا راضي ٿي دنيا خواه آخرت ۾ تمام وڏا درجا ڏيندو ۽ ائين نہ ڪندا، تہ دنيا ۾ بہ اوهان جو بخت ڦٽندو ۽ آخرت ۾ پڻ!

هي ڏسي لاچار عقلي عالمن بہ اهوئي مناسب سمجهيو، تہ بادشاهن يا ڏاڍن کان ڪن طرزن سان بچاءُ ۽ ڪم رنجي. اگرچہ سقراط جهڙا اولوالعزم عالم بيوقوف حاڪمن اڳيان ڪنڌ جهڪائڻ بدران زهر جا پيالا بہ خوشيءَ سان پي ويا، مگر هر شخص نہ اهڙو جگر ٿو رکي.

عقلي عالمن جي تحقيقات جو گهڻو مدار آسمان جي تپاس ۽ شين جي کوجنا تي هو، هنن بہ بادشاهن کي اهي يقين ڏياريا، تہ تارن جي چرپر سان اوهان جي بخت ۽ قسمت جي خبر پوندي ۽ شين جي تحقيقات سان اوهان جي عيش ۽ راحت لاءِ دوائون، سون ۽ هير ٺهندا، انڪري بادشاهن هنن جي مدد ڪئي ۽ رصدگاهون (آسمان جاچڻ جون بلند جايون) ۽ شين تپاسڻ جون تجربہ گاهون ٺهرايون، ۽ هو بہ سندن عقل جي وسيلي ڪيتريون ئي ڳالهيون معلوم ڪري هنن کي اڳڪٿين جي صورت ۾ ٻڌائي، کين بہ دلبر ڪرائيندا هوا، تہ اهي تارن (نجوم) جي وسيلي سمجهيون ائون!

پوئين زماني ۾ مسلمان بادشاه مامون الرشيد انهي ڏس ۾ نهايت وڏو ڪم ڪيو. هو بي سمجهہ يا ڏلن ني لڳندڙ نہ هو، پر حقيقت جو ماهر هو، ان ڪري هن نہ فقط عقلي عالمن جي وڏي مدد ڪئي، پر مذهبي عالمن کي بہ ڪجهہ نہ ڪجهہ راضي رکندو رهيو.

سندن انهي پاليسيءَ سبب يونان، مصر ۽ ٻين ملڪن جا سڀ هندا ڪتاب عربي ۾ ترجمہ ٿيا، سائنسدن (عقلي عالمن) کي نهايت گهڻي هٿي ملي ۽ انهي جا عالم تمام گهڻا ٿيڻ لڳا، انهي جي وسيلي خود

هنرن ۽ پيدائش کي وڏي مدد ملي، جنهن ڪري ملڪ وڏيڪ خوش حال ٿيڻ لڳو. ماڻهن مان به عقلي عالمن ڏانهن نفرت گهٽي، محبت وڌي، ۽ تائيد ميسر ٿي. عقلي عالمن پنهنجن تجربن وسيلي دنيا جا خيالي گولا ناهيا ۽ انهن تي ڏکڻائي ڦاڪ ۽ ويڪرائي ڦاڪ ڪڍيا هئائون، مگر اهي سڀ خيالي هوا، انهن جي سچائيءَ لاءِ ضروري هو، ته ڪو ڦاڪ ماپيو به وڃي. مامون الرشيد اهو پهريون شخص هو، جنهن به ويڪرائي ڦاڪ ماپايا ۽ علم وارن لاءِ هيءَ نهايت مسرت انگيز تائيد ٿي. جو اهي تقريباً صحيح نڪتا. ۽ آفرين آهي انهن عقلي عالمن جي سمجهه تي، جو اڄ جڏهين دنيا ۾ پڪيءَ طرح سروي ڪئي ويئي، تڏهن هنن جي ماپ مان ڪو ٿورڙو تفاوت نڪتو آهي!

اڳتي هلي اموي خليفن جا ڪي شهزادا ڀڄي وڃي اسپين وارد ٿيا، اتي جي حڪومت کي آزاد حڪومت بنايائون ۽ پوءِ اتي عقلي علمن جي اشاعت ڪرڻ لڳا ۽ انهن جي عالمن جي قدرداني ڪرڻ ڪري اهڙا عالم اچي گڏ ٿيڻ ۽ نوان پيدا ٿيڻ لڳا. امير عبدالرحمان الناصر ۽ سندس پٽن ته انهي کي بيحد گهڻو همٿايو، عاليشان يونيورسٽين سبب عقلي علمن جي روشني نه فقط اسپين کي، پر يورپ جي ڪافي حصي کي منور ڪرڻ لڳي، ۽ هيءَ ڳالهه سواءِ ڪنهن مبالغي جي چئي سگهجي ٿي، ته يورپ کي اڄوڪي علمي روشني سموري اسپين جي مسلمانن جي عطا ڪيل آهي!

۽ اها به هڪ حقيقت آهي، ته دنيا کي مسلمانن کان ڪافي سڌارو ۽ آزادگي ملي، پر جڏهين مسلمان پاڻ انهيءَ راهه کي ڇڏي عيشن ۾ غلطان ٿيا ۽ هو فطرت جي جي گاڏيءَ کي اڳتي وڌائڻ بدران پوئتي هٽائڻ لڳا، تڏهين قدرت ڪائنن اها عقلي رهبريءَ جي نعمت کسي، انهن جي حوالي ڪئي، جيڪي انهيءَ نعمت جا چاهيندڙ ۽ قدردان هوا.

چنانچه اسپين جا مسلمان حاڪم عياش ٿيا، ان ڪري مسلمان پبلڪ به گهڻي قدر عياش ٿيندي ويئي ۽ نتيجي طور اول ته وحشي عيسائي زور وٺي ويا، هنن کي پوريءَ طرح سوچڙا هڻي، ڪائنن

بادشاهي ڪسي ورتاؤن ۾ ڪين ايترا عذاب ڏنائون، جن جو مثال به مشڪل ملندو.

هنن وحشين نه فقط مسلمانن سان اهو حال ڪيو، پر مسلمانن جي ترقي ڏياريل عقلي علمن جي به ستياناس ڪرڻ لڳا. پادرين جو زور وڌندو ويو ۽ هو عقلي علمن بنيادن ئي ڌوئي ڪاهي پيا.

اسپين ۾ مسلمانن جو هڪ زبردست سائنسدان ”ابن رشد“ هو. انهي کي پادرين هڪ وڏو ”رهزن ڪافر“ بنايو، جيڪو به شخص عقلي علم جي ڪابه ڳالهه ڪندو هو، ته کيس ”ابن رشد“ جو مريد سڏي مٿس هر قسم جون سختيون ڪندا هوا: جيئن ڪجهه وقت اڳ اسان وٽ شرڪ ۽ وهم جي خلاف ڪوششون ڪندڙن کي ”وهابي“ سڏيو ويندو هو ۽ هاڻي غريبن جي سڌاري جي ڪوشش ڪندڙ هرشخص کي بيڌڙڪ ”ڪميونسٽ“ جو لقب ڏنو وڃي ٿو!

انهن عقليت پسند مجاهدن تي پادرين جي هٿان جيڪي ظلم ٿيا، تن جو داستان ذڪر ڪرڻ جي طاقت ناهي: جهرو جلائڻ، شينهن ۽ چيتن جي پڃرن ۾ بند ڪري انهن کان قاڙائڻ، نانگن بلائن کان ڏنگائڻ، عضوءِ عضوو ڪري وڍڻ، شڪنجن ۾ ڪشي ڪشي مارڻ، مطلب ته وحشانيت جي اهڙي ڪابه سزا ڪانه هئي، جا هنن نه ڏني. پر جيئن شاعر چيو آهي ته:

> پلا مٽتے هين ڪهين ظلم اور تشدد سے
> وه فلسفے، ڪه جلادے گئے دماغون ڪو

عقلمند انسان اهو ڪيتان تا برداشت ڪن، ته هر بيماريءَ جو علاج دعائن ۽ منترن سان ڪيو وڃي؟

پليگ ۽ وبائون ملڪن جا ملڪ ناس ڪندا وتن ۽ ماڻهو وظيفا ۽ ٽوٽا ڦيٽا ڪندا وتن ۽ دعائون لکي درن تي لڳائيندا رهن؟

طوفان، لڏن، برفن ۽ ڏڪارن کي خدائي رضا سمجهي، چپ چاپ برداشت ڪيو وڃي؟

وحشي بادشاهن جي ظلمن کي هن ڪري برداشت ڪجي، ته هنن کي خدا تعاليٰ ئي بادشاهي عطا ڪئي آهي؟

چنانچه اهي سڀ وحشاني سزائون سهندي به، اڪيون ڪليل مجاهد اڳتي وڌندائي ويا ۽ اڄوڪي دنيا انهن مجاهدن جي همت جو ئي نتيجو آهي!

اسين في الحال اهي داستان مختصر ڪري لکون ٿا، انهن عالي دماغ عالمن جيڪي نظريا آهستي آهسته هلايا. تن تي به اسان بحث نه ڪيو آهي، ڇاڪاڻ ته هي فقط شروعاتي گفتا آهن، جي انهن "انهن ابتن پيرن" جا داستان آهن، باقي انهن "ابتن پيرن" مان جيڪي آخرين نتيجا نڪتا آهن، سي وري اڳتي هلي ترتيب وار ۽ وڌيڪ ڇنڊڇاڻ سان مفصل طرح ذڪر ٿيندا. هي ته گويا ڪنهن خبر جا هيڊنگ (عنوان) آهن- اصلي خبر مفصل طرح اڳتي ايندي ۽ انسانن جي کوجنائن ۽ ترقين جي هيءَ تاريخ تمام گهڻا صفحا ٿيندي.

اسين هتي اها دلچسپ ۽ حيرت انگيز حقيقت به لکون ٿا، ته جيتوڻيڪ دنيا جي موجوده سائنس ۽ عقلي سڌارا دراصل مسلمانن جا ئي پکڙيل آهن، هنن ئي چين، هندوستان، يونان ۽ مصر ۾ رلي رلي، سائنسي علم هٿ ڪري انهن کي پنهنجي عقل سان وڌائي، سٺا ترقي يافته بنائي يورپ تائين وڃي پکيڙيا؛ مگر تعجب جي ڳالهه اها آهي، ته خود مسلمان مولوين به پادرين جي نقش قدم تي هلي، انهن سڀني عقلي عالمن کي ڪافر بنايو، جن انهن علمن کي ترقي ڏياري.

انهن عالمن کي پنهنجي اپوجهه معتقدن هٿان دين جي نالي ۾ خوب ستايو ويو، انهن بادشاهن سان جنگيون ڪرايون، جن انهن عالمن جي سرپرستي ڪئي.

۽ ٻئي طرف مسلمانن پيرن به هنن کي تصوف جي مشقن ۽ منزلن ۾ منجهائي، ڪين عقلي علمن کان ايترو ته پري رکي ڇڏيو، جو هو عقلي علمن ته ٺهيو، پر دنيائي ترقيءَ کان به ونئون وڃي لڳا.

بس، پوءِ هڪ طرف مولوي ٻئي طرف پير، ۽ ٽئين طرف هنن جي چنبن ۾ آيل بادشاه، انهن لٽهي ڳڏجي، مسلمانن کي عقلي ۽

سائنسي علمن پڙهڻ کان روڪي ڇڏيو. ڪرامتن جا بيشمار گپوڙا ايجاد ڪيا ويا. ڪين جيئن پوءِ تئن پنهنجي مذهبي زنجيرن ۾ اهڙو جڪڙيو. جو هو سندن اجازت کان سواءِ ڪو ڪم ڪري نٿي سگهيا!

پوءِ انهي جو نتيجو اهو نڪتو. جو اهي علم سمورا يورپ وچي هٿ ڪيا. جو هنن کي وڌائيندو ۽ ترقي ڏيندو رهيو. سمورن ملڪن جا مسلمان جيئن پوءِ تئن انهن علمن کان محروم رهندا ويا. جنهن ڪري نيون ايجادون ڪرڻ کان به مجبور رهيا. صحت جا نوان اصول نيون دوائون دريافت ڪرڻ ته ڊري رهيون. پرعطر جهڙيءَ پاڪ چيز کي بـ ”لوفرن“ جو مرڪ سڏڻ لڳا ۽ مک جهڙيءَ غليظ چيز کي طعام ۾ ڪرڻ تي وري ڪيس بي تبي ڏيڻ ۾ ثواب سمجهڻ لڳا! جتي اٿاهه پاڻي هجي. اتي به هو وهنجڻ فقط جمعي ڏينهن ضروري تا سمجهن! بغداد جي مسلمانن جي ايجاد ڪيل ”ويمي“ جهڙيءَ ضروري چيز کي هو گناهه تا پائين ۽ اڄ جڏهن هتراڏو مينهن وسائڻ جون ڪوششون تي رهيون آهن. تڏهين هو انهي ڳالهه کي به گناهه سمجهن تا. غلامن کي آزاد ڪرڻ لاءِ ئي ته اسلام آيو. پر ڪافر انگريزن جڏهين سوڊان ۾ غلام آزاد ڪرايا. ۽ پانهن جو واپار بند ٿيو. تڏهين مسلمان مجاهدن ئي سندن حڪومت جا چوڏهن سالن لاءِ پرخچا اڏائي ڇڏيا. سندن جهالت انهي منزل تي وڃي پهتي. جو سندن ئي ايجاد ڪيل علم جڏهين تقريباً هزار ورهين بعد ڦري گهري فرنگين جي هٿان وٽن آيا. ته هو انهن ساڳين چيزن کي ڪفر ۽ فرنگين جا فريب سڏڻ لڳا.

انهي جو اهو نتيجو آهي. جو اڄ. هن هيتري قدر سڌريل زماني ۾ به. عوام مسلمان ته نهيو. پر وڏا مذهبي مولانا به اهو نٿا سمجهي سگهن. ته سچ الهندي کان لهي ورڻي اڀرندي کان ڪيئن ٿو ايري!

انگريزي اسڪولن ۾ پڙهندڙ مسلمان اهو البت سمجهڻ لڳا آهن. پر انهيءَ انگريزي تعليم جي ڪوشش وٺندڙ سر سيد احمد رح تي ڏيکي لعنتن جا وسڪارا هوا. تن جو ڪو انت ڪونهي. ۽ اڄ به ڪتابن ۽ مڪتبن جو وجود خاص انهي ئي ڳالهه لاءِ آهي. ته

مسلمان سائنسي علمن کان پري رهن ۽ اها ڳالهہ ڪڏهين بہ سمجهي نہ سگهن، تہ سچ لهي اِيري ڪيئن ٿو!

چنانچہ شروع کان اج تائين هر اهو شخص مسلمان مولوين جي نظر ۾ ڪافر آهي، جنهن ڪا بہ سائنسي ايجاد ڪئي آهي، يا ڪندو رهي ٿو!

---

# باب ٻيو

## ابتا پير

جيئن اسين پهرئين باب ۾ لکي آيا آهيون، تہ پادرين جي سوري وقعت ڌرتيءَ جي روپہ وانگر هجڻ تي ٻڌل هئي، چاڪاڻ تہ هنن جي مذهبي ڪتابن ۾ ائين لکيل آهي ۽ انهي جو غلط ٿيڻ معني هنن جو سڀ ڪجهہ چٽ ٿيڻ! پادرين جي انهي روپہ جهڙي زمين جو آخري نقشو اهو ئي هوندو هو، جو هن وقت اسان جي ڌرتيءَ جي اڌ گول يا ايرنڌئين اڌ گول جو آهي، يعني امريڪا کان سواء باقي سڀ ملڪ.

چاڪاڻ تہ ان وقت اسپين کان الهندي طرف واري اٿاهہ سمنڊ ۾ اُڪيتي ڪوبہ ويل ڪو نہ ويندو هو ڪو جپان کان اپرندي ۽ هندي وڏي سمنڊ جي ڏاکڻي اونهائي ڏي، ۽ نہ وري ڪو سائبيريا جي برفن کان اتر ڇپيل سمنڊ ۾.

هن وقت جي نقشي ۾ سائبيريا جي ايرندي ڪنڌ وچي امريڪا جي الهندي ڪنڌ سان ملي ٿي، مگر ان وقت ۾ اها ايرين ڪنڌ برف سبب سون بلڪ هزارن ميلن تائين ڪنهن ڪانہ ڏٺي هئي.

ان ڪري ان وقت پادري صاحب انهي روي، جهڙي ٽڪيءَ کي پوري دنيا سڏيندا هوا، بيت المقدس کي انهي جو پورو وچ چوندا هئا. ۽ سندس عقيدو هو تہ قيامت ڏينهن سمورا جبل چورو ڪري سمنڊن ۾ وجهبا، دنيا کي هڪو ميدان بنائي، ان تي خدا جي دربار قائم ڪبي، جنهن جي تخت کي اٺ ملائڪ کڻي اچي رکندا ۽ سندس چوگرد ملائڪ صفون ٻڌي بيهندا.

ان وقت چنڊ ۽ ستارن لاءِ سيني جو خيال هو، تہ بي نور ٿي يا ڇڻي ويندا، آسمان ويڙهجي سيڙهجي خدا جي مٺ ۾ اينو، پوءِ زمين سموري خود خدا جي نور سان روشن ٿيندي، (جيتوڻيڪ ڪن جو اهو بہ خيال هو تہ سج سوا نيزي جي قد اچي بيهندو، جنهن ڪري ماڻهو پنهنجي ئي پگهر ۾ ٽٻيون کائيندا، پر انهي خيال کي وقعت ڪانہ ملي) مگر ويچارا عقلي عالم اندر ۾ ڪڙهندا پڇندا هوا، تہ جيڪڏهين جبل سڀ چورو ڪري سمنڊن ۾ وجهبا تہ سمنڊن جو اٿاهہ پاڻي ڪاڏي ويندو؟ هنن جو اندازو هو ۽ اڄ بہ آهي، تہ جيڪڏهين سڀ جبل اٿلائي سمنڊ ۾ وجهجن، تہ سموري ڌرتيءَ مٿان ڪافي اونهو پاڻي اچي ويندو!

۽ هو غريب جڏهين پوريءَ طرح محسوس ڪندا هوا، تہ زمين جو وجود بہ تڏهين قائم آهي، جڏهين ستارا ۽ سج، چنڊ هڪ مقرر نظام ۾ جڪڙيل آهن، اهو نظام درهم برهم ٿئي، تہ زمين از خود ختم ٿي ويندي.

پر اهو ٻڌائين سمجهائين ڪنهن کي؟ سنڌيءَ ۾ چئبو آهي، تہ "فلاڻو اهڙو چسو بيوقوف آهي، جنهن کي لٺي ابرئي جي بہ خبر ڪانهي." سو جن پادرين کي اها خبر ڪانہ هئي. تہ سج ڪٿي ٿو ايري، ڪٿي ٿو لهي، تن کي ڪير ويهي دنيا جو نظام سمجهائي! هتي تہ:

رڍن اڳيان رباب، وڄائيندي ورهيہ ٿيا!

هنن جي نظر ۾ تہ ڌرتيءَ جي جاگرافيءَ جي شروعات انهي ڪان سواءِ ٻي ڪا بہ نہ هئي، تہ "سنڌا؛ اتر ڏي بہ سمنڊ، ايرندي ڏي سمنڊ، ڏکڻ ڏي سمنڊ ۽ الهندي ڏي بہ سمنڊ!" ۽ انهن سيني جي وچ ۾

هفت اقلم، يعني ستن ڌرتي!" ۽ اهي هفت اقليم (ست ملڪ يا ست زمينون) هي هوا:-

(۱) جاوا
(۲) هند سنڌ
(۳) آفريقا
(۴) افرنگ (يورپ)
(۵) ارض مقدس (نبين جي سر زمين)
(٦) چين
(۷) ياجوج ماجوج جو ملڪ (روس)
يا انهي قسم جا ڪي بيا نالا به!

هاڻي زمين جي انهي روپيہ جهڙيءَ ڏکيءَ کي پچڻ يا بدلائڻ جو علاج انهي ڪان سواءِ بيو ڪوبہ ڪونہ هو، تہ اسپين مان جهاز الهندي نڪرن ۽ وڃي هندستان يا چين جي اوير ۾ پهچن. جو تہ ان وقت جي دنيا کي گول سمجهندڙن کي بہ امريڪا جو وهم و گمان بہ ڪونہ هو ۽ هنن جو نقشو بہ هو انهن "هفت اقليم" تي ٻڌل، هنن جي گول جي هڪ طرف هئي ايشيا اوشينيا ۽ ٻئي طرف يورپ، افريقا. جن کي اڄ بہ "مشرق" ۽ "مغرب" سڏبو آهي.

قدرت جي انهي ڏکيءَ بدلجڻ جوانتظام ٿيو، اسپين ۾ "ڪولمبس" نالي هڪڙي قابل جهازران کي سودا پيدا ٿي، تہ اسپين يا پورٽوگال مان جهاز وٺي الهندي هلي، سڌو وڃي هندستان جي اپرنديءَمان نڪرجي ۽ اتي قبضو ڪري خوب سون آڻجي، اگر چہ انهي وٽ بہ خيالي نقشو مسلمان سائنسدان الغ بيگ جو هو، جو تيمورلنگ جو پوٽو هو، جنهن جي اهڙين سائنسي ڪوششن سبب عالمن سڳورن سازش ڪري هنکي مارائي ڇڏيو هو.

سو طرحين طرحين جا سور سهي، تڪليفون سهي، آخر اسپين جا جهاز وٺي الهندي هليو ويو، ۽ ڪافي پريشانيون ڏسڻ بعد وڃي ۱۴۹۲ع ۾ آمريڪا جي ڪن ٻيٽن تي لٿو. اتان ڪافي سون ۽ بيا فائدا هٿ آيس، پر هن ويچاري کي پڇاريءَ تائين اها ڪا خبر نہ پيئي، تہ اهي ٻيٽ

هندستان جي اوبر ۾ آهن ۽ مٿن نالو به "ايسٽ انڊيز" (هندستان جا ايرنديان) رکيائين، جو اڄ تائين قائم آهي!

ڪولمبس جي هن دريافت، پادرين واريءَ ٽڪيءَ کي ڀيجي وڌو، ته به هو هارئي جواريءَ وانگر پيٽو ڪڍڻ ۽ انهي کي "ڪوڙ، فريب دجل" سڏڻ ۽ "ڏسين" جي پل سمجهڻ لڳا. ماڻهن کي باور ڪرائڻ لڳا، ته الهندي نه ويا، بلڪ ڏکڻ مان ڦري وڃي هندستان نڪتا!

پر هاڻي ته جوانن جون انهي طرف يلغارون تيڻ لڳيون، ۽ اڳتي هلي معلوم ٿيو، ته اهو نئون پروڙيل ملڪ هندستان جي اوبر ۾ ناهي، پر وچ ۾ هڪ وڏو شاهي ملڪ "امريڪا" آهي!

هن دريافت پادرين جا ڇڪا ڇنا، هنن جو "هفت اقليم" ٽٽي پيو، ڇو ته نئون اٺون اقليم اهڙو پيدا ٿيو، جو تورات جي ناهيندڙن کي بلڪل معلوم ڪونه هو ۽ پادرين لاءِ وڏو ماتام مچي پيو، جو اڪثر ماڻهو مٿائن مسخريون ڪرڻ لڳا، ته خدا جي دربار مٿئين اڌ تي تيندي، تڏهين هيٺئين اڌ جو ڇا تيندو؟"

مگر جڏهين ته اڃا تائين به اسانجي زمين تي اهڙا ڪروڙين انسان موجود آهن، جي علم جي گهٽ روشنيءَ سبب اهو سمجهي نٿي نٿا سگهن، ته سڄ ڪيئن تو ايري ۽ ڪيئن تو لهي؛ تڏهين انهي اونداهي زماني ۾، جڏهين پادرين جو زور جاهلن تي حد کان وڌيڪ چانيل هو، هو ماڻهن کي هروقت اهو دپ ڏيندا هئا، ته هنن ملحدن، منڪرن جي ڳالهين تي ڪن ڏيندا، ته خدا ۽ اوليا ڪاوڙجي اوهان کان پٽ ڪير، مال رزق ۽ صحت خوشي کسي وٺندا؛ تڏهين نه فقط بيشمار ماڻهو لهي ڳالهيون نه مڃيندا هوا، بلڪ سندن ڪافي شخص مجاهد بنجي انهن سان وڙهندا به هوا.

پادرين جو امريڪا ڳولهڻ بعد به اهو فريب هلندو رهندو هو، ته اهو ملڪ به انهي لڪيءَ ني آهي، پلا الهندي ويندي ويندي کو جپان، چين، هندستان مان ته ني اچي!

پر آخر پادرين جي ئي هڪ اولوالعزم ناکوئي "ميگلين" هتان

اهڙو ڪوجنا ڪنڌڙ جهاز ١٠ - آگسٽ ١٥١٩ع جي اشبيليا مان روانو ٿيندو، وري به آفريقا جي ڏاکڻي ڪنڌ (ڪيپ آف گڊ هوپ) وٽان ٿي نيٺ ٧ سيپٽمبر ١٥٢٢ع جي واپس اچي اشبيليا پهتو.

هي پهريون ٽي سفر هو، جو سڄي دنيا جي چوگرد ٿي ويو، هالي پادرين کي دنيا گول مڃڻ کان سواءِ نه چارو ڪونه رهيو، پر اجا به هو انين چوندا هئا، ته دنيا مرڪز آهي ۽ سج چنڊ تارا سڀ هن کي چوڌاري ڦرن ٿا. هيءَ سڀ کان عظيم آهي ۽ ماڻهو خواه خواه آبادي سڀ ستارا ۽ سج چنڊ خلقيا آهن؛ هيءَ نه هجي ها ته ڪائنات ٿي نه هجي ها!

---

# باب نئون

## سرونچ ڪاهن

دنيا جي مرڪز هجڻ جي تائيد ۾ ڪجهه اڳين يونانين جي تائيد به شامل هئي، ان ڪري سنڌن ڏ ڪوسلو ٿوري علم وارن ۾ ته هلندو رهيو، پر سنڌن انهن دعوائن کي عقلي عالم نهايت بيوقوفي سمجهندا هوا، مگر هنن وٽ انهن جي ثابتي ٿورين (نظرين يا انومانن) کان سواءِ ٻي ڪانه هئي. تڏهن به هو لکڻ کان سواءِ نه رهندا هوا ۽ اول ”ڪوپرنيڪس“ نالي هڪ جگرمند انسان هڪ ڪتاب لکيو، جنهن ۾ ڄاڻايائين ته ”نه زمين اڪيلو آباديءَ وارو جهان آهي، نه هوءَ ڪائنات جو مرڪز آهي، نه هن کي سج، چنڊ ستارا ڦرن ٿا، نه هوءَ سڀ کان عظيم آهي ۽ نڪي هن لاءِ ٿي سڄي ڪائنات

خلقيل آهي؛ بلڪ حقيقت اها آهي ته هيءَ خواه ٻيا سيارا سج مان ڇنل آهن ۽ سج کي چوڌاري ڦرن ٿا. جنهن ۾ آبادي آهي، تنهن ٻين سيارن ۾ به ضرور هوندي، هيءَ سج کان ٽيرهن لک دفعا ننڍي آهي ۽ ٻيا ستارا به هن کان تمام گهڻو وڏا آهن، سموري ڪائنات جي مقابلي ۾ هيءَ اهڙي ئي حيثيت ٿي رکي، جهڙو تمام وڏي سمنڊ اڳيان هڪ ڦڙو يا وڏي جبل اڳيان هڪ واريءَ جو ذرڙو!"

ڪوپرنيڪس هيءَ ڪتاب لکڻ وارو ته لکي ويو، پر ڪيس اها همت نٿي ٿي، جو ڪڍي ڇپائيس. اهو هٿ جو لکيل ڪتاب ئي ڪن خاص خاص ماڻهن وٽ هلندو رهيو. مگر انهي هوندي به هن ڪتاب پادرين ۾ هلچل مچائي ڏني، ڇاڪاڻ ته هي ڪتاب ته نه هو، پر پادرين جي عزت ۽ مرتبي لاءِ موت جو وارنٽ هو!

پادرين انهي ڪري ڪوپرنيڪس تي بيحد گهڻيون سختيون ڪيون ۽ کيس پنهنجن عقيدن کان هٽائڻ جون ڏاڍيون ڪوششون ڪيون، پريلا سوجهري کي هو اوندهه ڪيئن ڇوي؟

هو ته سختيون سهي سهي بيمار ٿي پيو، مگر سنلس معتقد مجاهد صبر ڪري نه سگهيا ۽ ڪتاب کي ڇپائڻ شروع ڪيائون. ڪوپرنيڪس جو آخري وقت هو، ته ڪتاب ڇپيل تيار ٿي، سندس هٿ ۾ مليو، هو نهايت خوش ٿيو ۽ انهي خوشيءَ ۾ ئي ساهه ڏنائين!

بس هاڻ ڪتاب سڄي ملڪ ۾ پکڙيو ۽ پادرين ۾ ماتام متو. هو انهي هر شخص تي سختي ڪرڻ لڳا، جنهن انهي ڪتاب کي ٿي پڙهيو. پر ماڻهو سختين کي سهندا به اڳتي وڌندا ٿي ويا، ۽ پادري به سختي کي وڌائيندا ٿي ويا. تان جو هنن پنهنجي سختين جي انتها اتي پهچائي، جو انهي ڪتاب جي پرچار ڪندڙ هڪ بيباڪ مجاهد "گيورڊانو برونو" کي جيئري جلائي ڇڏيائون!

پر هيءَ سزا به انسانن کي اڳتي وڌڻ کان روڪي نه سگهي، ۽ تلاش ۾ رهيا ته ڪا ڪايل ثابتي هٿ ڪجي.

چنانچه سنه ۱٦۱۰ع ۾ "گليليو" نالي هڪ مجاهد "دوربين"

ايجاد ڪئي، جنهن جي وسلي هر ڪا شي اصل کان ٣٢ دفعا وڏي ڏسڻ ۾ آئي ٿي، هن اها آسمان ڏي موڙي، ۽ صاف ظاهر ٿيو ته مشتري (وسپت) ۽ ٻيا اهڙا تارا به دنيائون آهن، هنن کي پنهنجا چنڊ آهن، جي سندن چوڌاري ڦرن پيا ۽ جيڪڏهين ٻين ستارن جا چنڊ هنن کي چوگرد ڦرن پيا، ته ضرور اسان جو چنڊ به هن دنيا جي چوگرد ڦري ٿو.

ويچاري گيليگو تي به ڏاڍيون سختيون ٿيون، هن ستر ورهين جي ٻڍي تي ايترا ظلم ڪيا ويا، جو نيٺ هن پادرين کان معافي وٺي اقرار ڪيو، ته اڳتي هو اهڙا خيال نه پکيڙيندو.

هو سختين ۽ ظلمن سبب اندو ٿي ويو، تڏهن به حق ظاهرڪرڻ کان باز نه آيو ۽ "نئين ۽ سائنس تي گفتگو" جو ڪتاب لکي ١٦٤٢ع ۾ دنيا کان موڪلائي ويو.

پادرين گهڻوئي ماڻهن کي اهڙن ڪتابن پڙهڻ کان روڪيو، پر انهي وچ ۾ دوربين اجا وڏيڪ طاقت واري ايجاد ٿيندي ويئي ۽ دنيا گول هجڻ، ستارن جو دنيا هجڻ ۽انهن کي چنڊ هجڻ، انهن سڀني حو سچ کي ڦرڻ، اهي ته رواجي ڳالهيون ٿي ويون، پر سائنس مورکو انهي منزل تي اچي پهتي؛ جو سائنسدان ثابت ڪرڻ لڳا، ته خود سج به هڪ نه آهي پر هزارين آهن، ۽ ڪيترائي سج اهڙا آهن؛ جي اساجي سج کان هزار دفعا وڏا آهن، نيلو آسمان ڪابه چيز ڪانهي، فقط نظر جي اڳتي نه وڃڻ جي حد آهي، ڇاڪاڻ ته جئن جئن وڏيڪ طاقت واريون دوربينون ٺهنديون ويون، تئن تئن اهو نيلو آسمان پري ٿيندو ويو.

هن اڄوڪي زماني ۾ جيڪي طاقتور دوربينون ٺهيون ويون آهن، تن ۾ نيلي آسمان کي ايترو ته پري ڏٺو ويو آهي، جو اندازو ڪيو ويو آهي ته جيڪڏهين اتان ڪا چيز هڪ سيڪنڊ ۾ هڪلک ڇهاسي هزار ميل پنڌ ڪري، ته اها چيز جيڪر زمين تي اربين ورهين ۾ پهچي!

اندازي مان سمجهي سگهجي ٿو، ته جيترو آسمان هينئرڏٺو ويو آهي،

اهو ايترا ته اربين اربين ميل آهي جنهن جي ٻڌڻ لاءِ ڪي به انگ تي نٿا سگهن!

پادرين جي سختين ۽ ظلمن سبب اهي بادشاهه به مجاهدن جامخالف ٿيا، جن جي بادشاهيءَ جا پشت پناهه اهي پادري هئا. انهن بادشاهن هنن مجاهدن تي سخت ظلم ٿيڻ ڪري ۽ ڪجهه پين معاشي پريشانين سبب يورپ مان ۽ خاص ڪري انگلنڊ مان لکين ماڻهو لڏيندا امريڪا ۾ آباد ٿيندا ويا. هنن پنهنجي علم جي وسيلي اتي جي زمين مان اٿاهه دولت ڪمائي ۽ علم ۽ سائنس جي روشني وڌائڻ لڳا.

ساڳيءَ طرح يورپ جا مجاهد عقلي عالم به، پادرين جي سختين کي شڪستون ڏيندا، علم ۽ عقل جي روشني کي وڌائيندا رهيا. گليليو جي دوربين کان گهڻو وڏيون دوربينون ٺهڻ لڳيون.

ٻئي طرف زمين جي پوري تپاس ٿيڻ لڳي، قتل ۽ زمين هيٺ آيل شهر کوٽجڻ لڳا، خود زمين جا ورق به جاچجڻ لڳا ۽ عقل ۽ تجربه جي ڪسوٽي اڪين ڏٺا مثال پيش ڪري رهي هئي، ته پادرين جون اهڙيون سموريون ڳالهيون غلط، ڏڪا ۽ ڪُوڙا آهن.

---

# باب چوٿون

## عقلي عالمن جو زور

چاڪاڻ ته اول جڏهين ثابت ٿيو، ته پادرين جو علم ۽ سائنس ۾ هي تفاوت آهن:-

(١) ڌرتي روپيه وانگر نه آهي، مگر نارنگيءَ وانگر آهي.
(٢) اها نارنگي بيٺي نه آهي، مگر پنهنجي چوڌاري ڦري پيئي،

جنهنڪري ڏينهن ۽ رات ٿين ٿا.

(٣) وري اها نارنگي سج جي چوڌاري ٻه ڦري پيئي،جنهنڪري موسمون ٿين ٿيون.

(٤) ڌرتيءَ تي هڪ ملڪ امريڪا نالي ٻيـ آهي، جنهن ڪان پادرين جا سڀ خدائـي ڪتاب بلڪل اڻ واقف هوا.

تڏهين هنن ڪـي اها پڪ ٿـي ويئي، تـہ پادرين جـا مذهبي ڪتاب اهڙي خدا جا هرگز ناهيل آهن، جنهن ڪي سڀ علم هجي؛ بلڪ هو اهڙن ماڻهن جا ناهيل آهن، جي رڳا ڌڪا هڻن ٿا ۽ ڪپوڙن وسيلي جاهل عوام ڪي ڌوڪن ۾ رکن ٿا.

انهيءَ پڪ ٿيڻ شرط مجاهد جوان پادرين جي خدائي قهر جي ڏڙڪن ڪان بي ڊپا ٿي، اهو معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳا تہ:

(١) ڌرتيءَ ڪي پيدا ٿئي گهڻا سال ٿيا آهي؟

(٢) انسان ڪي پيدا ٿئي گهڻا سال ٿيا آهن؟

(٣) انسان پادرين جي چوڻ موجب هڪدم مٽيءَ جي پتلي ۾ روح ڦوڪڻ سان پيدا ٿيو آهي، يا ٻين ساهوارن وانگر؟

(٤) ٻکي ۽ ٻيا جانور ٻہ پادرين جي چوڻ موجـب مٽيءَ جي پتلن ۾ روح ڦوڪڻ سان پيدا ٿيا آهن، يا ڪنهن ٻئي قانون جـي ماتحت؟

(٥) انسان ڪي پيدا ٿيڻ سان گڏ ئي مڪمل علم مليل هو، يا هو آهستي آهستي علم حاصل ڪندو رهيو آهي؟

جڏهن زمين گول هجڻ ۽ سج ڪي چوڌاري ڦرڻ جا نظريا (انومان) ٻہ ڪي تازا ڪونہ هوا، بلڪ اڍائي هزارن سالن ڪان وٺي عقلي عالم انهن ڪي پيش ڪندا رهيا ٿي، مگر هنن وٽ ڪي ثبوت ڪونہ هوا ۽ هاڻي دوربين ٺهڻ سبب سندن ثبوت مهيا ٿي ويا، تيئن مٿين سوالن بابت انومان ٻہ اڍائي هزارن ڪان ئي هلندا آيا ٿي، عقلي عالمن جا انومان هوا تہ:-

(١) ڌرتيءَ ڪي پيدا ٿئي ڪي پادرين جي چوڻ مـوجب ڇهہ

هزار سال نہ ٿيا آهن، بلڪ اربين ورهيہ ٿيا آهن.

(۲) انسان کي پيدا ٿئي لکين سال ٿيا آهن.

(۳) انسان اڻين هرگز نہ پيدا ٿيو آهي، جو مٽيءَ جي پتلي ۾ روح ڦوڪڻ سان يڪدم چڪ ڏيندو اٿي کڙو ٿيو هجي، بلڪ هو لکن ورهين کان وٺي آهستي آهستي سڌريل انسان جي صورت ۾ آيو آهي.

(۴) ساڳيءَ طرح ٻين ٻيا جانور بہ مٽيءَ جي پتلن مان نہ پيدا ٿيا آهن، بلڪ هو بہ آهستي آهستي خلقيل ٿيندا ويا آهن.

(۵) انسان جو علم جيئن اڳي ٿين گهٽ هو، جيئن پوءِ ٿين گهٽو وڌندو وڃي ٿو.

مگر جيئن تہ انهن انومانن کي هميشہ مذهبي عالمن جي ڪوشش تي ظالم بادشاهہ دٻائيندا ٿي آيا، ان ڪري انهن انومانن کي ڪي چٽيون ثابتيون هٿ نٿي آيون. جيتوڻيڪ وقت بہ وقت هندو، چيني، يوناني، مصري، يهودي، عيسائي خواہ مسلمان عقلي عالمن اهڙا خيال ظاهر پئي ڪيا.

پر جيئن ٽڪل ڏکي تي مچر ورندا آهن، يا پوڙهي شينهن کي گدڙ بہ چيڙيندا آهن، تئن جڏهين ڌرتيءَ ۽ سج بابت پادرين جي علم کي شڪست ملي، هنن پنهنجا سمورا ظلم ڪري ڇڏيا ڪيا، ۽ مجاهدن بہ اهي سڀ ڇڏيہ ڪيا، عوام مان وڏو حصو انهن ۽ ظلمن ۽ ظلم ڪندڙن جي خلاف ٿي بيهي رهيو، ۽ ظلم ڪندڙن کي اهتري طاقت نہ رهي، جو هاڻي هو سواءِ زباني دڙڪن جي ڪو وڏيڪ ظلم ڪري سگهن، تڏهين عقلي جوان انهن زباني دڙڪن کان بيپرواهہ ٿي ڌرتيءَ ۽ انسانن ۽ جانورن بابت عقلي عالمن جي ظاهر ڪيل انومانن کي صحيح ثابت ڪرڻ جون ڪوششون ڪرڻ لڳا. هنن پنهنجي علم ۽ جاچ جي وسيلي اهو ظاهر ڪيو، تہ جبل انهي لاءِ نہ آهن، تہ ميخون بنجي زمين کي کوڙي بيهن، نڪي هو ڪڙي‌ئي وقت ۾ نهيا آهن، بلڪ جبل مٽيءَ مان‌ئي نهيا آهن ۽

جڏهين به مٽي لکين ورهيه پاڻيءَ جي زور ۽ دٻاءَ هيٺ رهي ٿي، تڏهين هوءَ پٿر بڻجي وڃي ٿي، انهي ڳالهه جي ثابتيءَ طور هن جبلن ۾ کوٽيل کاڻيون پيش ڪيون، ۽ ڏيکاريو ته پٿرن اندر ڪيترائي وڻ پٿر ٿيل آهن، ڪيترائي جانور پٿر ٿيل آهن، بلڪ ڪيترا ماڻهو به پٿر ٿيل آهن، جيڪڏهين وڻ، جانور، پکي، ماڻهو ۽ ٻيون ڪافي شيون مٽيءَ اندر دٻجي ويون ۽ انهي تي لکين ورهيه پاڻي رهي ٿو، ته هو سڀ پٿر بڻجي وڃن ٿا، پوءِ جيڪڏهن ڌرتيءَ جي دٻڻ سبب يا ڪنهن ٻيءَ ڳالهه جي ڪري انهن پٿرن تان پاڻي پري ٿي وڃي ٿو، ته هو جبل ٿي بيهي رهن ٿا، ۽ پوءِ انهن جا پٿر کوٽڻ سان ماڻهن، جانورن، وڻن، پکين ۽ مڇين جا بت يا سندن نشان پٿر ٿيل لڀن ٿا ۽ جيئن ته ڪيترن ئي هنڌن تي اهڙيون کوٽايون ٿيون ۽ نتيجو هرڪنهن هنڌ ساڳيو نڪتو، ان طرح سائنس وارن به ۽ به چار وانگر اهو ثابت ڪري ڏيکاريو، ته پٿر ميخون نه آهن، بلڪ مٽيءَ، وڻن ۽ ساهوارن جي بدليل صورت آهن.

اهڙو ئي ساڳيو تماشو ڪوئلي جي کاڻين ۾ ڏسڻ ۾ آيو، جو ڪيترن ئي هنڌن تي گهاٽا جهنگ، جانور ۽ مڇيون ڪوئلا ٿيل ڏسڻ ۾ آيا، جنهن مان ثابت ٿي ٿيو، ته هن گهاٽي جهنگ جي وچ ۾ پاڻي به هو، جنهن ۾ مڇيون ۽ ٻيا پاڻيءَ جا ساهوارا رهندا هوا ۽ جهنگ جا جانور رهندا هوا، اوچتو ڌرتيءَ دٻڻ سبب اهو ٽڪرو زمين جي پيٽ ۾ پئجي ويو ۽ انهي هنڌ زمين جي گرميءَ يا گئس سبب ڦري ڪوئلن جي صورت ۾ اچي ويو.

اهڙيءَ طرح هيءُ به ثابت ٿيو، ته مختلف ڌاتو مثلاً لوهه، سون، ٽامون، چاندي، شيهو ۽ ٻيا ڪيترائي ڌاتو به آهستي آهستي خاص دٻاءَ سبب انهن صورتن ۾ آيل آهن.

هاڻي سائنسدانن حساب لڳايو، ته انهن شين کي اهڙن روپن ۾ پهچڻ کي گهڻا ورهيه لڳا آهن ۽ پوءِ اڳتي هلي هنن اهي حساب پڌڻ

شروع ڪيا، ته زمين کي موجوده صورت ۾ ٿي وڃڻ کي گهڻا سال ٿيا آهن.

آخر گهڻي قدر ثابت ٿيو، ته زمين کي نهئي اٽڪل ٻه ٽي ارب ورهيه ٿيا آهن ۽ انهي لاءِ سائنسدانن وٽ اهڙا ثبوت موجود ٿيا، جو پادرين کي ڪنهن علمي مجلس ۾ انڪار ڪرڻ جي جرات ٿئي ئي نه.

مگر پادرين پنهنجي شرم کي وندرائڻ لاءِ فقط هي ڪيو، جو اڳ چوندا هئا، ته زمين پيدا ٿئي "ڇهه ڏينهن" ٿيا آهن، ۽ هر هڪ ڏينهن الله وٽ هڪ هزار ورهين جو آهي، سو هاڻي ڦيرائي چوڻ لڳا، ته "ڇهه ڏينهن" معنيٰ ڇهه زمانا!

پادرين ته پنهنجي معتقدن کي اهي لفظ چٽي پريائي ڇڏيو، پر علم وارا محسوس ڪرڻ لڳا ته پادرين جو علم معنيٰ ڳپوڙا.

هاڻي جڏهين اهو گهڻي قدر ثابت ٿي چڪو، ته زمين پيدا ٿئي کي اٽڪل ٻه ٽي ارب کن ورهيه ٿيا آهن، تڏهين وري سائنسدان يا عقلي عالم اها ڳجهارت حل ڪرڻ لڳا ته انسان پيدا ٿئي کي گهڻا سال ٿيا آهن.

انهيءَ ڳجهارت کي حل ڪرڻ لاءِ هنن دنيا جي هر ڪنهن حصي ۾ قتل شهر کوٽڻ شروع ڪيا، هنن جي کوٽڻ مان گڏ هي ٻه فائدو ٿي ٿيو، جو اڪثر خزانا هٿ ٿي آيا، جنهن ڪري سندن خرچ پرباهرو نڪري ٿي آيو، بلڪ گهڻن هنڌن ته وڏيڪ نفعو ٻي ٿيو ٿي. مگر جتي ٻه کوٽائي ٿي ٿي، اتي اهو ڏسڻ ۾ پئي آيو، ته اول موجوده طرز جا ماڻهو، جايون ۽ جانور ڏسي نڪتا، ان کان وڏيڪ هيٺ کوٽڻ تي ماڻهو جايون ۽ سامان گهٽ سڌريل ٿي نڪتا ۽ جانور خواه ٻڪي وڏيڪ وڏي قد جا جا ڏسڻ ۾ آيا ٿي

انهيءَ کوٽائي ۾ کي اهڙا ٻه هنڌ هوا، جتي هڪ ٻئي پنيان ڏهه پندرهن دفعه زلزلا آيل هوا، هڪ ٻئي مٿان گهٽائي شهر اڏيل هوا ۾ واچ جي ڪاٺن وانگر انساني تهذيب ثابت پئي ٿي، بلڪ نه فقط انساني، پر حيواني تهذيب ۾ فرق ٻه ڏسڻ ۾ پئي آيو،

ٿان جو ڪافي ڪوٺاين بعد اهو محسوس ٿيو ته موجوده ڳالهائيندڙ ۽ ڪتنب بنائي وهندڙ انسان جي عمر اٽڪل ٥٠ هزار ورهيه آهي.

---

# بـاب پنجون

## پادرين کي شڪست

پنجاه هزار ورهين جي نتيجن پادرين جو ته سڄورو علم درهم برهم ڪري ڇڏيو، پر هاڻي سائنسدان انهي موڙ تي به پهتا، ته اهو ڳالهائيندڙ ۽ ڪتنب بنائي وهندڙ انسان به ائين ڪونه پيدا ٿيو آهي، جو سندس مٽيءَ جي پتلي ۾ روح ڦوڪجي پوي ۽ هو چڪ ڏيئي اٿي ويهي رهي. پوءِ وري جڏهين ننڊ اچيس، تڏهين سندس ڏائيءَ پاسريءَ مان نڪاءِ ڏيئي سندس زال نڪري اچي ۽ ان بعد انهن مان اولاد پيدا ٿي دنيا ۾ بکڙجي.

پر هنن ڏٺو ته انهن پنجاهه هزارن ورهين جي عرصي ۾ به دنيا جي هر حصي ۾ هڪڙا انسان ٻين انسانن مان ئي پيدا پئي ٿيا آهن. ۽ دنيا جي هر هڪ هنڌ جي انسانن جي جسم جي بناوت پنهنجي نموني تي آهي: جيئن ڪ آهن، ته سڀيئي انسان.

پادرين ڪافي عرصو ته انهيءَ "مدت" بابت به جهيڙا پئي ڪيا. هو انهي "مدت" کي نگهي ۽ ڏوکو چوندا هئا پر "حقيقت" کي "ڏوکو" ڪيترو وقت ڇڻي سگهبو؟ دنيا جي تمام گهڻن هنڌن جي کوٽائيءَ ڪرڻ بعد به نتيجو ساڳيو پئي نڪتو. تڏهين لاچار ٿي پادري وري ائين چوڻ لڳا، ته اسين ڇهه هزار ورهيه "انسان" جي عمر نٿا چئون، بلڪ "آدميءَ" جي عمر چئون ٿا. حضرت "آدم" کان

اگ جيڪو ”انسان“ هو، سو اڻ سڌريل ۽ مذهبي ڪتابن ۾ ان کي ”جن“ سڏيو ويو آهي. انهيءَ انسان کي پنهنجي خلقيندڙ ڏنيءَ جي ڪابه ڄاڻ ڪانه هئي. هو هوا، باهه، پاڻي، مينهن، جبل، وڻ، جانور، نانگ، بلڪ ماڪوڙين جي به پوڄا پيو ڪندو هو؛ مگر ڇهه هزار ورهيه ٿيا، جو عدن جي هڪ باغ ۾ الله‌تعاليٰ هڪ مٽيءَ جي پتلي مان ”آدم“ نالي انسان پيدا ڪيو ۽ ان جي ڏاٻيءَ پاسريءَ مان سندس بيبي ”حوا“ پيدا ڪئي، اهي هڪ خدا تعاليٰ جي بندگي ڪندڙ هوا، مٿن خدائي الهام ايندو هو. انهن جو ئي نسل سڄيءَ دنيا تي پکڙيو آهي ۽ ان کي ئي ”آدمي“ سڏجي ٿو.

ڪن پادرين وري ائين به چيو، ته حضرت آدم ۽ حوا اول بهشت ۾ پيدا ٿيا، پوءِ اتان ڪين زمين تي ڪرايو ويو ۽ حضرت آدم ”عدن“ جي باغ ۾ ڪريو ۽ بيبي حوا سمنڊ جي ڪپ تي انهي هنڌ اچي ڪري، جنهن جو نالو هينئر سندس نسبت سان ”جده“ (ڏاڏي) آهي. پوءِ وري هو هڪ ٻئي کي ڳوليندا هڪ ميدان تي اچي مليا، جنهن جو نالو به ”عرفات“ (سڃاڻپ جو هنڌ) آهي. پوءِ وري به اهو عدن جو باغ ڪٿي هو، تنهن بابت گهڻئي اختلاف آهن، ڪٿرا ته موجوده عدن کي سمجهن ٿا، پر انهي خيال ۾ گهٽو زور ڪونهي ۽ هن ڳالهه تي گهڻي قدر اتفاق آهي ته اهو عراق ۾ هو، ڇو ته هن ڪان اڳ دنيا ۾ جيڪي به انسان جي رهڻ جا هنڌ لڌا ويا هئا سي يا غارن ۾ هوا يا پاڻيءَ تي ٺهيل ٻيڙين ۾ يا وڻن تي ٺهيل آکيرن ۾ يا زمين تي ٺهيل جهوپڙين ۾، مگر وڏين کوٽاين سبب عراق ۾ اٺ هزار ورهيه اڳ جون ٺهيل جايون نڪتيون آهن، انهن جا دروازا ڇت وٽ ٺاهيل آهن ته جهنگلي جانورن کان بچاءُ رهي، پر ست هزار اڳ جا جيڪي کڇين سرن جا مڪان هٿ آيا آهن، تن جا دروازا زمين برابر آهن، جنهن مان محسوس ٿئي ٿو، ته اهي انسان ايتري قدر مهذب بنجي چڪا هوا، جو جهنگلي جانورن جو ڊپ نه هئن. انهي ئي ڪري ”آدمي تهذيب“ کي ست هزار ورهين جو سڏيو وڃي ٿو، ان طرح گويا سائنس ۽ مذهب جو پاڻ ۾ ٺاهه

ٿيو يعني مذهب وارا ٻه چوڻ لڳا تہ حضرت آدم ست هزار ورهيہ اڳ پيدا ٿيو ۽ سائنس وارا چون ٿا، تہ ڪوٺاين سبب جيڪي ٻه زمين مان لڳل دروازن وارن ماڻهن جون ناهيل جايون هٿ آيون آهن، سي ست هزار ورهيہ اڳ جون آهن.

مگر جڏهين ڏٺو ويو، تہ پنجاهہ هزار ورهيہ تائين جي انسانن جي آثارن مان معلوم ٿئي ٿو، تہ هو ٻہ ڪافي سڌريل هوا، پر رڳو ڏهہ هزار ورهيہ اڳ جي انسانن جا جيڪي تهذيبي آثار نڪتل آهن، سي ٻہ ڪين سٺا سڌريل انسان ظاهر ڪن ٿا، نہ ڪ وحشي جن. ۽ انهن پنجاهہ هزارن ورهين اڳ تائين جي انسانن ۾ هو هڪڙي ئي ڏٺيءَ جي پوڄا ڪندڙ سمجهہ ۾ اچن ٿا.

انهي ڪري هاڻي اوائلي انسان جي ڳولا ٿيڻ لڳي، مگر جئن جئن زمين جا تهہ کوٽيا ويا، ثابت ٿيندو ويو، تہ پنجاهہ هزار ورهيہ ڪان اڳ جاانسان ٻہ جيتوڻيڪ پوءِ جي انسانن وانگر صاف نہ ڳالهائيدا هوا، سٺيون جايون نہ ناهيندا هوا، گهٽ سڌريل هوا، تڏهين ٻہ اهڙا نہ هوا، جن کي ”جن“ سڏيو وڃي. بلڪ صاف ظاهر آهي، تہ پويان انسان ٻہ انهن جي ئي نسل مان هلندا اچن ٿا، ڪٿي ٻہ اهڙو ثبوت نٿي مليو، تہ هي فلاڻو انساني نسل ڪو اوچتو مٽيءَ جي پتلي مان پيدا ٿيو آهي، انهي ڪري سائنسدانن انهن اڳين گهٽ سڌريل انسانن کي ٻہ ”انسان“ تسليم ڪمو ۽ جاچ اڳتي هلڻ لڳي.

جئن جئن ڪوٽائي ٿيندي وئي، تئن تئن گهٽ سڌريل انسانن جا لاشا نڪرندا آيا. انهن لاشن سان گڏ سندن پٿرن ۽ هڏن مان ناهيل هٿيار ٻہ ڏسڻ ۾ آيا، غارن ۾ ناهيل سٺا گهر ڏسڻ ۾ آيا، انهن جي پٿين تي سندن ناهيل تصويرون ڏسڻ ۾ آيون، ساڻن گڏ شڪاري ڪتن جا لاش لڌا، ساڻن گڏ پاليل جانورن جا لاش لڌا، بلڪ ڪٿي ڪٿي تہ سندن ڪيل پوکن جا نشان ٻہ ڏسڻ ۾ آيا، پلا اهڙن شخص کي ”جن“ ڪئن تسليم ڪيو وڃي؟ هان، هنن کي ”گهٽ سڌريل انسان“ بيشڪ سڏي سگهجي ٿو.

تحقيقات جو سلسلو وڌندو ويو، جئن پوءِ تئن گهٽ سڌريل

انساني نسل جي دريافت ٿيندي ويئي، تان جو سنہ ۱۸۹۰ع ۾ جاوا ۾ کوٽائي ڪندي اهڙا هڏا (پٿر ٿيل) لڌا، جن مان ظاهر ٿيو تہ هي اٽڪل ٽي لک ورهيہ اڳ جي گهٽ سڌريل انسان جا هڏا آهن. انساني تاريخ جي ڄاڻن هن کي "پيٿڪن عرف جاوي انسان" سڏيو.

اڳتي هلي ۱۹۰۱ع ۾ اهڙي کوٽائي چين جي پيڪن شهر وٽ ٽي ۽ اهڙي انسان جا هڏا هٿ آيا، جو جاوا جي انسان کان اڳيرو پيدا ٿيل سمجهيو ٿو، يا ٻين لفظن ۾ "جاوي انسان" هن جو اولاد هو، هن کي "پيڪن انسان" سڏيو وڃي ٿو. ۱۹۰۸ع ۾ انگلنڊ جي علائقہ "پلٽ ڊائون" ۾ بہ جهوني انسان جا هڏا لڌا، جو تحقيقات بعد پيڪن کان اڳ جو انسان سمجهڻ ۾ آيو، هن کي "پلٽ ڊائون انسان" سڏجي ٿو.

انهي بعد جرمني جي هائي ڊل برگ شهر وٽ انساني هڏا لڌا ويا، جي "پلٽ ڊائون" کان اڳئين نسل جا سمجهيا ويا، ان کي "هائي ڊل برگ" انسان سڏيو ويو.

جرمني ۾ "نياندر" واديءَ وٽ بہ وڌيڪ قديم انسانن هڏا لڌا ويا، جنهن کي "نياندر ٿال" انسان سڏيو ويو ۽ اهڙا هڏا جبرالٽر وٽ بہ لڌا.

افريقا جي روڊيشيا شهر وٽ بہ انساني هڏا لڌا ويا، جن کي "روڊيشيائي" انسان سڏيو ويو ۽ اندازو ڪيو ويو، تہ هي انسان بہ "نياندر ٿال" جي زمانہ جو هو.

فرانس وٽ "ڪرو-ميگنان" جي علائقي ۾ پراڻي ۳۰-۴۰ هزار ورهيہ اڳ جي انسان جون هڏيون لڌيون، جي نياندر ٿال انسان جي آخري دور جون سمجهيون وڃن ٿيون ۽ اهڙيون هڏيون ٻين هنڌن تي بہ لڌيون. هي اڳئين انسانن کان وڌيڪ سڌريل معلوم ٿئي ٿو، هن قسم جي انسانن کي "ڪروميگنان" انسان سڏيو وڃي ٿو.

انهن کوڏنين بعد ٻيون ڪافي کوٽايون ٿيون ۽ اڃا بہ ٿي رهيون آهن، جن مان محسوس ٿئي ٿو، تہ شروعاتي انساني نسل اٽڪل ڏهہ لک سال اڳ هو. اهي انسان جانورن جون گوشت تہ ڪچو

کائيندا هوا، بلڪ پين انسانن جو گوشت به کائيندا هوا. سيءَ کان بچڻ لاءِ جانورن جون کلون ڍڪيندا هوا، ۽ غارن ۾ رهندا هوا، يا جهنگلن ۾ وڻن جي ڪن محفوظ هنڌن تي. انهن ئي انومانن جي بنياد تي انگريزي ۾ هڪ فلم ”ڏهه لک سال عيسوي سن کان اڳ“ ٺهيل آهي، جو ڪافي معلومات سان ڀريل آهي. هوا گرچه انگريزيءَ ۾ آهي، پر سمجهدار ماڻهو هن ڪي ڏسندو ته سواءِ انگريزي ڄاڻڻ جي به چڱيءَ طرح سمجهي سگهندو ۽ هر انهي انسان، جنهن کي انسان جي تاريخ سان دلچسپي آهي، ان کي لازم آهي، ته اهو فلم معلومات خاطر ضرور ڏسي.

مگر سائنسي تحقيقات مان ائين ئي ثابت ٿيو، ته هرڪو انساني نسل ڪانئس اڳئين انساني نسل مان ئي پيدا ٿيل آهي، سندس حالتون ائين ئي پيون ڏسڻ ۾ اچن، ته جيئن پوءِ تئن انسان وڌيڪ سڌريل آهي ۽ جئن اڳ تئن گهٽ سڌريل.

---

# باب ڇهون

## ڊارون ٿيئري

انساني نسل جي ڏهه لک سال عمر معلوم ٿيڻ تائين عقلي علم وارن انسانن جو پادرين جي عام مان ويساهه بلڪل نڪري ويو ۽ هاڻي هو انهي حد تائين بي ڊپا به ٿي ويا، جو اهي خيال به ظاهر ڪرڻ لڳا، ته قديم ترين انسان به ”بن مانس“ مان ئي پيدا ٿيل آهي، يعني هڪڙي قسم جا اهڙا باندر، جي پيرن تي هلن ٿا، ڪين

پڇ ڪونهي، هو هتن کان ڪم وٺن ٿا، هتن کي "چمپانيزي" ۽ ٻيا اهڙا نالا ڏيو ويندو آهي. اهي خيال ڌار ڌار هنڌن تي سائنس عالمن ڌار ڌار وقتن تي پيش ظاهر ڪيا. سڀ کان اول يوناني فلاسفر اناڪسي ميندر سنه ۶۱۱ عيسوي سن کان اڳ انهي تي بحث ڪيو، ته ڪابه هستي، جنهن شڪل ۾ اڄ نظر ٿي اچي، هميشه کان انهي شڪل ۾ نه هئي، بلڪ آهسته آهسته اڳتي وڌندي انهي صورت ۾ آئي ۽ اهڙوئي حال انسان جو به آهي.

يوناني فلسفي کان متاثر ٿي عثمان امر الجيز ۸۶۹ع ڌاري اهي ساڳيا خيال ظاهر ڪيا.

سو ورهين بعد علامه ابوالحسن علي مسعودي؛ دور دراز ملڪ، لنڪا ۽ هندستان گهمي، معلومات حاصل ڪئي. هن پنهنجن جلدن ۾ قاموس لکي ۽ آخري عمر ۾ پنهنجي سموري؛ معلومات جو نچوڙ "ڪتاب التنبيه والاشراف" ۾ لکيائين، جنهن ۾ به صاف لکيائين، ته انسان اول مٽيء جي صورت ۾ هو، پوء ٻوٽن جي، پوء حيوان جي ۽ آخر ارتقا ڪري انسان بڻيو. عالمن انهي ڪتاب تان چڙي هن کي جلاوطن ڪرايو.

۽ اهڙا ئي ساڳيا خيال مولانا روميء پنهنجي مثنويء ۾ به ظاهر ڪيا آهن ۽ ٻيا به ڪيترائي مسلمان خواهه عيسائي ۽ يهودي عالم وقت به وقت ظاهر ڪندا رهيا، پر مذهبي شريرن طرفان يڪدم هي آواز اٿاريا ٿي ويا، ته "هي انسان کي باندر جو اولاد ٿو سڏي" بس انهن آوازن اٿڻ شرط خلق هنن تي ٽٽي ٿي پيئي ۽ هڪڙن سان عقوبتون ٿي ٿيون، ته ٻيا چپ ٿي ٿي ويا.

پر جڏهن مٽي ڇاڻيل آهي، ته يورپ ۾ ڪوپرنيڪس کان وري نئين سر عقليت جو دور شروع ٿيو، ۽ عقلي عالمن تي عقوبتون ٿينديون ٿينديون آخر ۱۹ صديء ۾ منزل اچي ٿي، جو عقلي عالمن جو زور وڌي ويو ۽ مذهبي عالمن ۾ اها طاقت نه رهي، جو هنن ڏي آسانيء سان هٿ ڊگهيڙي سگهن، تڏهن عقلي عالم به بي فڪر ٿي

تحقيقات طرف ڪاهي پيا، انهن ۾ هڪ جگرمند ۽ وڏي علم وارو هو چارلس ڊارون، جنهن وڏيون تحقيقاتون ڪري، ملڪگهمي مشاهدا ڪري، هڪ زبردست ڪتاب "مخلوقن جو بنياد" لکيو، جو ١٨٥٩ع ۾ شايع ٿيو، جنهن تان سڄيءَ دنيا ۾ طوفان مچي ويو، پادرين هن تي ڪفر جي فتويٰ لڳائي، امريڪا جي هڪ رياست انهي نظريه کي پڙهائڻ جي منع ڪئي، (جا اڃا هاڻي لڳي آهي) انهي ڪتاب ۾ هي ٿلهيون ڳالهيون لکيل آهن:

(١) هن ڪائنات ۾ ڪابه چيز هڪ هنڌ بيٺل نه آهي، بلڪ تغير پذير (ڦرندڙ گهرندڙ) آهي يعني يا ترقيءَ ڏي مائل آهي يا تنزل ڏي.

(٢) زندگيءَ جي انهي چڪتاڻ ۾ نااهل فنا ٿي وڃن ٿا ۽ آئنده نسل هلائڻ لاءِ فقط اهي باقي رهن ٿا، جن ۾ گهٽي يا ٿوري لائقي موجود آهي.

(٣) ڪابه جيئري مخلوق جيڪا هن وقت نظر اچي ٿي سا شروع ۾ انهي شڪل ۾ ڪانه هئي، بلڪ ارتقا ڪري يعني اڳتي وڌي انهي حالت کي پهتي آهي.

(٤) نا اهلن جو فنا ٿي وڃڻ قدرت جي عين منشا جي مطابق آهي، هن لاءِ ته لائقن کان جيڪو نسل هلي، سو بهتر ٿئي ۽ انهي ۾ زماني سان پنهنجي پاڻ کي بدلائڻ جي صلاحيت برهجي. ٻين لفظن ۾ جيڪي هستيون زماني سان پنهنجي پاڻ کي بدلائي نٿيون سگهن، انهن کي هن دنيا ۾ رهڻ جو حق ناهي ۽ انهي ڪري اهي فنا ٿي وڃن ٿا.

(٥) زماني سان بدلجڻ جي صلاحيت جي سبب ڪري ايندڙ نسل ڪجهه مختلف ٿئي ٿو ۽ فردن جي شڪل بدلجي وڃي ٿي، گهٽ درجي وارا ساهوارا وڏي درجي وارن ساهوارن جي ٽوليءَ ۾ داخل ٿيڻ لائق ٿي وڃن ٿا؛ مگر اها ڦير گهير آهسته آهسته ٿئي

تي ۽ هر ڏاڪي چڙهڻ ۾ هزارين ورهيه لڳي ٿا وڃن.

(٦) ساڳيءَ طرح انسان به انهي اصول جي ماتحت ارتقا ڪئي آهي، شروع ۾ هو جيوڙي جي شڪل ۾ هڪ ساهواري جي حيثيت ۾ ظاهر ٿيو ۽ آهستہ آهستہ ننڍن ڪان وڏن ساهوارن جي طبقي ۾ اچڻ ڪان به پوء جيڪي اڻ لائق فرد هوا، سي اتي ئي رهجي ويا ۽ جيڪي لائق هوا، سي مٿيون ڏاڪو چڙهي ويا، اهڙيءَ طرح پوئتي پيل فرد هميشہ لاءِ جانوريءَ جي ٽولي ۾ رهجي ويا ۽ وڏن وارا وڌي ويا.

انهي سموريءَ ڳالهہ مان انسان لاءِ سبق وٺڻ جهڙي ڳالهہ هيءَ آهي، تہ اڄ به جيڪي فرد وڌڻ چاهين ٿا، سي وڌندا وڃن ٿا، سڌرندا وڃن ٿا ۽ سؤ ماڙ ٿا نهرائين، پر جيڪي سست بنجي پڳوان جي پاڻي تي راضي رهيا، سي اڃا به غارن ۾ عمر پيا ڪٽين.

ڊارون پنهنجي انومانن ۾ نہ فقط اهو ظاهر ڪيو، تہ انساني نسل چمپانيزي وغيره بن مانس مان هليل آهي، پر هن جو چوڻ هو، تہ اهي بن مانس وري پڻ پڇ وارن باندرن مان پيدا ٿيا ۽ اهي پڻ اڳين جانورن مان، اهي جانور وري انهي ڪان به اڳين جانورن مان، تان جو سيني جانورن جونسل وڃي شايد ”چمڙي“ تي بيهي ٿو، چمڙا قسمن قسمن جا هوا ۽ آهن، ڪي تمام ننڍا ۽ ڪي تمام وڏا. جو چمڙو اهو پکي آهي، جو پنهنجن ٻچن کي کير پيارينڊو آهي.

هن جو خيال آهي، تہ چمڙي ڪان اڳ جا نسل سڀ آنن مان پيدا ٿيندا هوا، انهن مان هڪڙا پکي هوا، ٻيا مڇيون، مگر پکي به مڇين مان پيدا ٿيا هوا، مڇيون پڻ مڇن‌مان ۽ اهي وري پڻ ساموندي جيتن مان.

پوء وري اهي ساموندي جيت ۽ وڻ سڀ گڏجي انهي ”سينور“ مان پيدا ٿيل آهن، جو سائي رنگ جو پاڻيءَ تي چميل آهي.

اهو سينور ئي اصل زندگي آهي، جنهن مان ٻہ نسل پيدا ٿيا، هڪ

تحقيقات طرف ڪاهي پيا. انهن ۾ هڪ جگرمند ۽ وڏي علم وارو هو چارلس ڊارون، جنهن وڏيون تحقيقاتون ڪري، ملڪگهمي مشاهدا ڪري، هڪ زبردست ڪتاب "مخلوقن جو بنياد" لکيو، جو ۱۸۵۹ع ۾ شايع ٿيو، جنهن تان سڄيءَ دنيا ۾ طوفان مچي ويو، پادرين هن تي ڪفر جي فتويٰ لڳائي، امريڪا جي هڪ رياست انهي نظريہ کي پڙهائڻ جي منع ڪئي، (جا اڃا هائي لتي آهي) انهي ڪتاب ۾ هي ٿلهيون ڳالهيون لکيل آهن:

(۱) هن ڪائنات ۾ ڪابہ چيز هڪ هنڌ بيٺل نہ آهي، بلڪ تغير پذير (ڦرندڙ گهرندڙ) آهي يعني يا ترقيءَ ڏي مائل آهي يا تنزل ڏي.

(۲) زندگيءَ جي انهي ڇڪتاڻ ۾ نااهل فنا ٿي وڃن ٿا ۽ آئنده نسل هلائڻ لاءِ فقط اهي باقي رهن ٿا، جن ۾ گهٽي يا ٿوري لائقي موجود آهي.

(۳) ڪابہ جهڙي مخلوق جيڪا هن وقت نظر اچي ٿي سا شروع ۾ انهي شڪل ۾ ڪانہ هئي، بلڪ ارتقا ڪري يعني اڳتي وڌي انهي حالت کي پهتي آهي.

(۴) نا اهلن جو فنا ٿي وڃڻ قدرت جي عين منشا جي مطابق آهي، هن لاءِ تہ لائقن کان جيڪو نسل هلي، سو بهتر ٿئي ۽ انهي ۾ زماني سان پنهنجي پاڻ کي بدلائڻ جي صلاحيت ٻهجي. ٻين لفظن ۾ جيڪي هستيون زماني سان پنهنجي پاڻ کي بدلائي نٿيون سگهن، انهن کي هن دنيا ۾ رهڻ جو حق ناهي ۽ انهي ڪري اهي فنا ٿي وڃن ٿا.

(۵) زماني سان بدلجڻ جي صلاحيت جي سبب ڪري ايندڙ نسل ڪجهہ مختلف ٿئي ٿو ۽ فردن جي شڪل بدلجي وڃي ٿي، گهٽ درجي وارا ساهوارا وڏي درجي وارن ساهوارن جي ٽوليءَ ۾ داخل ٿيڻ لائق ٿي وڃن ٿا: مگر اها ڦير گهير آهستہ آهستہ ٿئي

ٿي ۽ هر ڏاڪي چڙهڻ ۾ هزارين ورهيه لڳي ٿا وڃن.

(٦) ساڳيءَ طرح انسان به انهي اصول جي ماتحت ارتقا ڪئي آهي، شروع ۾ هو جيوڙي جي شڪل ۾ هڪ ساهواري جي حيثيت ۾ ظاهر ٿيو ۽ آهستہ آهستہ ننڍن ڪان وڏن ساهوارن جي طبقي ۾ اچڻ ڪان به پوءِ جيڪي اڻ لائق فرد هوا، سي اتي ئي رهجي ويا ۽ جيڪي لائق هوا، سي مٿيون ڏاڪو چڙهي ويا، اهڙيءَ طرح ٻوڙتي پيل فرد هميشہ لاءِ جانوريءَ جي ٽولي ۾ رهجي ويا ۽ وڏڻ وارا وڌي ويا.

انهي سموريءَ ڳالهہ مان انسان لاءِ سبق وٺڻ جهڙي ڳالهہ هيءَ آهي، تہ اڄ به جيڪي فرد وڌڻ چاهين ٿا، سي وڌندا وڃن ٿا، سڌرندا وڃن ٿا ۽ سؤ ماڙ ٿا ٺهرائين، پر جيڪي سست بنجي پڳوان جي پاٿي تي راضي رهيا، سي اڃا به غارن ۾ عمر پيا ڪٽين.

ڊارون پنهنجي انومانن ۾ نہ فقط اهو ظاهر ڪيو، تہ انساني نسل چمپانيزي وغيره بن مانس مان هليل آهي، پر هن جو چوڻ هو، تہ اهي بن مانس وري ٻين پڇ وارن باندرن مان پيدا ٿيا ۽ اهي ٻين اڳين جانورن مان، اهي جانور وري انهي ڪان به اڳين جانورن مان، تان جو سڀني جانورن جو نسل وڃي شايد ”چمڙي“ تي بيهي ٿو، چمڙا قسمن قسمن جا هوا ۽ آهن، ڪي تمام ننڍا ۽ ڪي تمام وڏا. جو چمڙو اهو پکي آهي، جو پنهنجن ٻچن کي کير پياريندو آهي.

هن جو خيال آهي، تہ چمڙي ڪان اڳ جا نسل سڀ آنن مان پيدا ٿيندا هوا، انهن مان هڪڙا پکي هوا، ٻيا مڇيون، مگر پکي به مڇين مان پيدا ٿيا هوا، مڇيون ٻين مڇن‌مان ۽ اهي وري ٻين ساموندي جيتن مان.

پوءِ وري اهي ساموندي جيت ۽ وڻ سڀ گڏجي انهي ”سينور“ مان پيدا ٿيل آهن، جو سائي رنگ جو پاڻيءَ تي ڄميل آهي.

اهو سينور ئي اصل زندگي آهي، جنهن مان بہ نسل پيدا ٿيا، هڪ

نسل مان وڻ ۽ ٻوٽا، ته ٻئي نسل مان سامونڊي ڪيڙا. سينور جو جيڪو زندگيءَ جو پهريون بنيادي جزو تيار ٿيندو آهي، ان کي سائنسي ٻوليءَ ۾ ”سيل“ يا ”خليو“ سڏبو آهي، جنهنجي معني سنڌيءَ ۾ آهي ”جيو گهرڙو“- انهي ”خليي“ مان ٻه نسل ٿين ٿا، هڪڙي مان ٻوٽا پيدا ٿين ٿا، جنهن کي ” هيماٽوڪوڪس “ سڏ جي ٿو. ٻئي مان ساهه وارا ٿين ٿا. اهي ساهه وارا فقط هڪ جيو گهرڙي مان به نهن ٿا، ۽ ڪروڙن پدمن بلڪ انهي کان گهڻو وڌيڪ سيلن مان به هڪ سيل مان نهيل ساهه واريءَجي بهترين نموني کي ”اميبا“ يا ”جيتامڙو“ سڏبو آهي، مگر هو ايترو ته ننڍو آهي، جو انساني اک مان نه ڏسي سگهبو آهي، ڪيس فقط خوردبين سان ئي ڏسي سگهبو آهي ۽ اهو به ننڍو وڏو ٿيندو آهي، ڪي اميبا (فقط ڊيگهه ۾) انچ ۾ هڪ سو ٿيندا آهن، ڪي پنجاهه هزار ته ڪي ته انهي کان به گهڻو ننڍا ٿيندا آهن.

”اميبا“ ۾ هيءَ خاصيت آهي، جو جڏهين به هو وڌي ٿو ته هڪ مان ٻري ٻن حصن ۾ ورهجي ٿو ۽ پوءِ اهي ٻئي حصا پنهنجي جاءِ تي ”مڪمل ساهوارا“ يا ” اميبا “ آهن.

پوءِ ڪڏهين ته هرڪو اميبا پنهنجي منهن هڪ مان ٻه ٿيندو ويندو آهي، ته ڪڏهين وري ٻه اميبا پاڻ ۾ ميلاپ ڪندا آهن، ته ٽي يا چار ٿيندا ويندا آهن.

پوءِ مختلف قسمن جا جوڙا پنهنجي منهن يا پاڻ ۾ ملي، بهتر نسل پيدا ڪندا ويا، بلڪل ائين، جيئن گڏهه گهوڙي مان، خچر يا استر، يا هرڻ ٻڪريءَ مان مان ٻرا، يا ڪتيءَ ٻگهڙ مان خونخوار ڪتا. اهڙيءَ طرح دنيا ۾ پيا ڪيترا گڏيل نسل نه فقط جانورن جا، پر انسانن جا به اسان جي اکين اڳيان موجود آهن، مثلاً شيدي مرد يا عورت جو جي فهر شيدي مرد يا عورت سان ميلاپ ٿئي ٿو، ته ڪو نسل سڌن وارن ته ڪو گهنڊيدار وارن وارو پيدا ٿئي ٿو. ضلع ٿرپارڪر جي هڪ شهر ۾ هڪ مرد هو شمرو ۽ سندس زال ڪارين اکين واري؛ پهريون ٻار شمرو ڄائو، پيو ڪارين اکين وارو،

ٽئين جي هڪ اک ڪاري ٻي نيلي، چوٿين جي ڏيڊ ٿيري اڌ ڪاري
پنجين جي سوا ڪاري مني ٿيري، اهڙيءَ طرح سندن ٻارن جي
اکين جو هڪ تماشو آهي! انهن ٻارن مان گهڻا ٻار اڇا به جيئرا
آهن، بلڪ ڪي ته ڪلاس ون آفيسر به آهن.

ڊارون جي اهڙن خيالن جي تشريح تاريخ جي ٻئي حصي۶ ۾
وڌيڪ ايندي، پر هتي اسان ڪي هي چوڻو آهي ته ڊارون جا اهي
خيال ڪي نوان نه هوا، بلڪ اڳ ۾ يوناني، خواه مسلمان
دانشمندن به ظاهر ڪيا هوا.

سائنسدانن جو اندازو آهي، ته اهڙيءَ طرح پهرئين اميبائن جي
عمر الڪل سٽ ڪروڙ ٿئي ٿي.

اها ثابت ٿيل ڳالهه ڏسي، ڪي علم وارا ۽ سمجهدار پادري
وري سندن معتقدن کي سمجهائڻ لڳا ته اهو ”جيوگهرڙو“ ئي آهي، جنهن
کي مذهبي زبان ۾ ”انسان اولين“ يا ”پهريون آدم“ چئجي ٿو. ان مان ئي
”پيو“ يا سندس زال يعني ”پهرين بيبي حوا“ پيدا ٿي، پوءِ اهي
ٻئي پاڻ ۾ گڏيا ته انهن مان وري سندن نسل هليو. پوءِ اهو نسل
هلندي هلندي سڌريل انسانن جي صورت ۾ آيو ۽ انهن سڌريل انسانن
مان نهايت سڌريل نسل جي ”وڏي انسان“ جو نالو ”پويون آدم“
يا ”حضرت آدم نبي“ هو ۽ ”بيبي حوا“ انهي خود منجهان نه،
پر انهي جي ئي ”جنس“ منجهان هئي.

۽ هو انهي ڳالهه تي به خاص زور ڏيئن ٿا، ته انسان جن
”جيوگهوڙن“ مان پيدا ٿيل آهي، اهي خاص قسم جا هوا. ڏسڻ ۾ ڪٿي
ٻين جهڙا هوا، پر اندروني طرح هن جو بنياد ئي هڪ خاص ۽ اعليٰ
قسم جو هو، اهي جيو گهوڙا جڏهين ڪيڙا هوا، تڏهين به ٻين ڪيڙن
کان اعليٰ هوا ۽ مڇيون، پکي، جانور، باندر ۽ بن مانس هوا، تڏهين
به پنهنجي قسمن جي ٻين سڀني ساٿوارن کان اعليٰ هوا. انهي اعليٰ
هجڻ سبب، ئي هو آخر انساني صورت ۾ آيا ۽ جيڪي ٻيا گهٽ لياقتن
وارا ”جيو گهوڙا“ هوا، سي پنهنجي لياقتن آهر وچ ۾ ئي رهيا ۽۶
”انسانيت“ تائين نڪي پهچي سگهيا، نه پهچندا.

علم وارن پادرين جي ڳالهہ جي تصديق سائنس مان بہ ملي ٿي ۽ هوءَ بہ چوي ٿي، تہ هينئر جيڪي بہ بن مانس موجود آهن، تن کي ڪيترو بہ ڪٽي سڌاريو، تڏهن بہ هو ”انسان“ بنجي نہ سهندا. جيتوڻيڪ ڪن ماڻهن هنن کي آفريقا مان پڪڙي تهذيب سيکارڻ شروع ڪئي آهي ۽ هو انهي حد تي بہ پهتا آهن، جو غسل ڪن ٿا، ڪپڙا بدلائين ٿا، ڇري ڪانٽن سان کائين ٿا، ڪي ڪي اکر ڳالهائي بہ سگهيا آهن، پر خود ” ڊارون “ صاحب جو بہ اهو خيال هو، تہ انساني نسل جيڪو ٿيو، سو ٿي چڪو، بن مانسن مان وڌيڪ ٿي نہ سگهندو، هان، بن مانس ڪجهہ سڌري سگهن ٿا. مگر ڪي سائنسدان اڃا بہ انهي ڳالهہ کي نٿا مڃين، بلڪ هنن جو خيال آهي، تہ هنن بن مانسن جي نسلن کي جيڪڏهين وڌيڪ سڌاريو رهبو، تہ نيٺ سون پيڙهن بعد هو بہ انسانن جهڙا ٿي ويندا. ان ڪري اهي سائنسدان ڪوشش ۾ لڳا پيا آهن.

مگر ان طرح علم وارن پادرين پنهنجي علم وارن معتقدن کي اها تسلي ڪرائي ڇڏي، تہ اسان جو ” آسماني علم “ بهرحال صحيح آهي ۽ جئن جئن نوان علم نڪرندا ويندا، تئن جيڪڏهين آسماني علم جي لفظن جي نئين تاويل ڪبي، تہ انهي سان ٺهڪندي ويندي ۽ پوءِ جيڪو بہ نئون علم نڪري ٿو، نئين چيز ايجاد ٿئي ٿي، تہ هو يڪدم پنهنجن مذهبي ڪتابن مان بہ اهڙي کولي ڏيکارين ٿا. انهي حد تائين، جو ايٽم بم ايجاد ٿيو، تہ بہ هنن چيو اهو بائبل ۾ موجود آهي! ويچارا معتقد انهي تي واهہ واهہ ڪن ٿا، پر منجهائن ڪو اٿين نٿو پڇي، تہ جيڪڏهين اٽمي راز بائبل ۾ موجود هو، تہ ڇو نٿي اٽم طاقت ڪي قبضي ۾ آئي ان ڪان دنيا جي سڌاري جو ڪم ورتو ويو؟

مگر جيڪي ٿوري علم وارا پادري آهن، سي پنهنجي اهڙي معتقدن کي فقط هي لفظ چئي سائنسدانن ۽ سائنس ڪان نفرت ڏياري ڇڏيندا آهن، تہ ”ميان! سائنس وارا چون ٿا، تہ ”انسان بانڊر جو اولاد آهي “ ۽ آسماني ڪتاب چون ٿا، تہ ” انسان کي خاص طرح الله تعاليٰ پنهنجي هٿن سان ٺاهي، منجهس پنهنجو روح ڦوڪيو آهي ۽ هو

زمين ۾ سندس نائب آهي“ هالي توکي ولي، ته سائنسدانن جو معتقد بنجي، پاڻ کي ”بالدر جو اولاد“ سمجهه، ولي ته آسماني ڪتابن جو معتقد بنجي ”خدائي روح مان خلقيل خدا جو نائب سمجهه!“

ٿوري علم وارو ابوجهه انسان عقل هلائڻ بدران اڪثر پادرين جي فريب ۾ ڦنجي ويندو آهي، ۽ پوءِ انهي جو نتيجو اهو ٿيندو آهي، ته هو سندس مشڪلن لهڻ، مرادون پڄڻ ۽ بيمارين لهڻ لاءِ پادرين جا وظيفا ۽ تعويذ دعائون ڪم آڻيندو ونندو آهي. پوءِ جي فائدو ٿيو، ته تعويذ وظيفي يا دعا جو اثر ٿيو، پر جي فائدو نه ٿيو ته خدا جي رضا. ۽ عقل هلائيندڙ انسان پادرين جي چڪرن ۾ اچڻ بدران عقل هلائي، پنهنجي مقصدن، مرادن پوري ٿيڻ جي ڪوشش ڪندو آهي، بيمارين لهڻ لاءِ دوائون وغيره استعمال ڪندو آهي.

اهڙيءَ طرح انساني نسل ٻن طبقن ۾ ورهائجي وڃي ٿو، هڪڙا مذهبي عالمن جا معتقد، ٻيا عقل هلائيندڙ، هاڻي اسين اڳتي هلي انهن ٻنهي طبقن جا مثال ڏينداسون.

**نوٽ:-** مٿي ڄاڻايل طرح انسان جي عمر ڏهه لک ورهيه معلوم ٿيڻ بعد تنزانيه (افريقه) ۾ ۷۰ لک ورهيه اڳ جي انسان جا هڏا مليا آهن ۽ خود پاڪستان ۾ پوٺوهار وٽ چاليهه لک سال اڳ جي انسان جا هڏا هٿ آيل آهن ۽ دنيا ۾ اڃا به وڌيڪ تلاشيون جاري آهن.

---

# باب ستون

## مذهبي عالم ۽ عقلي عالم

پادري چون ٿا، ته زمين روپيه وانگر آهي، ڏڪي جي سڱ تي

بيٺل آهي، اهو ڏکو مڇي تي بيٺل آهي ۽ مڇي پاڻيءَ تي.

عقلي عالم (سائنسدان) چون ٿا، تہ زمين ۽ ٻاڻي سڀ ڀاڻ ۾ گڏجي هڪ ٻال يا ڏڙي وانگر آهن، اهو بال سج جي چوڌاري ڦري ٿو.

پادري چون ٿا، تہ ڪڪر آسمان جي هڪ درياءَ مان پاڻي ڀرن ٿا، هڪ ملائڪ کين هلائي ٿو، ان جي هڪل "گوڙ" آهي ۽ سندس چابڪ "وڄ" آهي.

سائنس چوي ٿي، تہ آسمان ۾ ڪوبہ درياءَ ڪونهي، ڪڪر خود ٻاڦ آهن، کين هوا ٿي هلائي ٿي، هو ٻاڦ ۾ ٽهڪن ٿا، تہ آواز ٿئي ٿو ۽ بجلي نڪري ٿي. بلڪل ائين، جئن اسين ٻہ ڪي بہ شيون ٻاڦ ۾ ٽڪرائيندا آهيون، تہ چڻنگون نڪرنديون آهن.انهي زميني بجليءَ ۽ آسماني بجليءَ ۾ ڪو فرق ڪونهي.

پادرين جي چوڻ موجب وڄ ڪرڻ کان بچاءُ دعائن وسيلي ٿي ٿي سگهي ٿو، مگر سائنس اهڙا اوزار تيار ڪيا آهن، جي جاين سان لڳائڻ سبب وڄ هرگز نقصان نہ پهچائيندي.

پادرين جي چوڻ موجب مينهن فقط دعائن سان وسي ۽ بند ٿي سگهي ٿو، مگر سائنس اهڙا اصول دريافت ڪيا آهن، جن موجب مينهن پنهنجي مرضيءَ موجب وسي ۽ آڪامي سگهي ٿو.

پادري چون ٿا، تہ وبائي بيماريون گناهن جون شامتون آهن ۽ دعائن گهرڻ سان لهي سگهن ٿيون.

مگر سائنس چوي ٿي، تہ اهي گندگيءَ ۽ صحت جي اصولن جي ابتڙ هلڻ ڪري ٿين ٿيون ۽ وري صفائيءَ ۽ صحت جي اصولن تي هلڻ ڪري بند ٿي وڃن ٿيون.

پادري چون ٿا، تہ انسان جو مستقبل دعائن ۽ پڙهڻ جي وسيلي سڌاري ۽ بگاڙي سگهجي ٿو، مگر سائنس چوي ٿي، تہ اهو حالات ۽ صحتن سبب ٿي سڌري ۽ بگڙي ٿو.

پادري چون ٿا، تہ هڪ ڏينهن سج بي‌نور ٿيندو، ستارا انڌرا

آسمان ويڙهجي ويندو، زمين ۾ زلزلو ايندو، پٿر ڇورو ٿي سمنڊن ۾ پوندا، پوءِ زمين جي سطح سنئين ٿيندي، خدا تعاليٰ جو تخت اٺ ملائڪ کڻي ايندا ۽ ٻيا ملائڪ صفون ٻڌي بيهندا ۽ پوءِ انسانن جو حساب ٿيندو.

سائنس چوي ٿي، ته زمين جي هستي ئي سج جي روشنيءَ سان ٻڌل آهي، سج ختم ٿيندو، ته زمين ان کان اڳ ختم ٿي ويندي. اها اڻ ٿيڻي آهي، جو سج بي نور ٿئي، ستارا ڏڪڻي وڃن، آسمان ويڙهجي وڃي ۽ پوءِ به زمين سلامت هجي. پڻ خدا بادشاهن وانگر نه آهي، جنهن جا تخت کڻندا رهن ۽ درٻارون ٿينديون وتن، هو ته بي مثل آهي.

پادري چون ٿا ته انسان جون تڪليفون لهڻ ۽ مرادون حاصل ٿيڻ جو ذريعو وظيفا آهن، انهن وظيفن وسيلي سندن مؤڪل (مقرر ٿيل ملائڪ) اچي مرادون پوريون ڪندا آهن ۽ مشڪل لاهيندا آهن. مگر سائنس چوي ٿي، ته اهي سڀ ڍڪوسلا آهن، مشڪل لهڻ ۽ مرادون پڄڻ حالتن تي ٻڌل آهن.

پادري چون ٿا، ته حڪومت فقط قدرت جي وس ۾ آهي، هوءِ ئي وٽيس تنهن کي حاڪم بنائي، وٽيس تنهن کي رعيت. مگر سائنس چوي ٿي، ته انسانن جون صحيح ڪوششون ئي حڪومتون ۽ رعيتون بنائين ٿيون، قدرت ڪنهن به خاص فرقي جي خاص طرفداري نٿي ڪري.

پادري چون ٿا، ته جيڪي به نيون ايجادون آهن، تن جو علم فقط خدا جي فضل سان سندس اوليائن کي حاصل ٿئي ٿو. مگر سائنس چوي ٿي، ته اوليائن ڪڏهن به ڪي چيزون ايجاد نه ڪيون آهن، هنن جون ايجادون فقط بکون ۽ رياضتون ۽ جسم کي تڪليفن ۾ وجهي نفس کي مارڻ ۽ دل ودماغ کي بيڪار بنائڻ آهن. مگر اها سائنس ئي آهي، جنهن ريلوي، هوائي جهاز، ساموندي جهاز ۽ ٻيا ڪارخانا قائم ڪيا.

پادري چون ٿا، ته چنڊ ۽ سج خدائي نور آهن، هنن جي بي ادبي

ڪرڻ يا هنن ڏي منهن ڪري پيشاب ڪرڻ گناهه آهي، اهڙيءَ طرح قطب تارو به اولياءُ آهي. مگر سائنس چوي ٿي، ته هو بي سمجهه ستارا آهن، هنن ۾ ڪابه ادب جهڙي چيز ڪانهي. هو خواهه قطب تارو ٻين تارن وانگر ئي آهن.

پادري چون ٿا، ته زمين ۽ آسمان ۾ جيڪي به آهي، سوالله‌تعاليٰ سندس اوليائن جي تابع ڪري ڇڏيو آهي، اهي ئي انهن تي حڪومت ڪن ٿا ۽ هو سندن اشارن جا تابعدار آهن. مگر سائنس چوي ٿي، ته اوليائن مان ڪنهن کي به آسمان ۽ زمين‌تي ڀائيءَ برابراختيارڪونه هو،بلڪ هنن کي ته اها به خبر ڪانه هئي ته هي ڇا آهن ۽اهوانهي جوئي‌نتيجو هو ته سج گرهڻ ۽ چنڊ گرهڻ ۽ پڇڙ تاري نڪرڻ وقت هو پريشان ٿيندا هوا، توبهون ڪندا هوا، ڄڻ ته اهي ڪي وڏيون مصيبتون آهن. پر سائنس اڳيان اهي ڳالهيون بلڪل معمولي آهن؛ هن کي خبر آهي، ته فلاڻي وقت سج گرهڻ ٿيندو، فلاڻي وقت چنڊگرهڻ ۽ فلاڻي ڏينهن پڇڙ تارو نڪرندو، نهن‌ڪان هراسان ٿيڻ جي ڪابه ضرورت ڪانهي.

يورپ ۾ هڪ دفعي پليگ پيو، پادرين انهي کي يهودين‌جي جادوگري سمجهي ۽ هنن کي مارڻ ۽ تڪليفون ڏيڻ ۽ دعائون گهرڻ لڳا، مگر پليگ سوين ورهيه هلندو رهيو. آخر سائنسدانن صحت جي اصولن ۽ صفائيءَ سان هن کي دفع ڪيو، اهڙيءَ طرح ٻين به ڪيترين بيمارين ۾ ائين ئي ٿيو.

پادري چون ٿا، ته انسان کي شروع ۾ مڪمل علم مليل هو، جو هو پنهنجي گمراهين سبب گهٽائي رهيو آهي. مگر سائنس چوي‌ٿي، ته انسان جٿن اگهه تئن وڌيڪ اڻ ڄاڻ هو ۽ جيئن پوءِ تئن وڌيڪ ڄاڻو ٿيندو وڃي ٿو، انهيءَ جو ثبوت هوائي جهاز، ريلوي، موٽرون، ڪارخانا، سئنيما، ٽيليفون ۽ ٽيلي ويزن (هزارن ڪوهن تان شڪل ڏسڻ) ۽ ائٽمي طاقت آهن.

پادري چون ٿا، ته دوائن جو علم فقط حضرت لقمان ۽ ٻين اوليائن تي الهام ٿيل هو، ان جي ئي اصولن تي هاڻ سان شفا

ٿيندي. مگر سائنس چوي ٿي، ته دوائن بابت ڪوبه الهام نه آيل هو، نه اچي ٿو. هنن پنهنجا تجربا ڪري دوائون ۽ صحت جا اصول ايجاد ڪيا هوا، ان ڪان پوءِ اچ تائين خواهه اڳتي به انسان پنهنجي تجربن سان ئي دوائون ۽ صحت جا اصول ايجاد ڪن ٿا.

پادري چون ٿا، ته ڪنهن کي به خبر پئجي نٿي سگهي، ته حامله جي پيٽ ۾ نر آهي يا مادي، سائنسدان چون ٿا، ته ڊاڪٽري ۽ سائنسي عملن جي وسيلي اهو معلوم ڪري سگهجي ٿو.

پادري چون ٿا، ته ڪنهن کي به خبر نٿي پئجي سگهي، ته مينهن ڪڏهن وسندو. مگر سائنسدان سندن رصد گاهن وسيلي اهو اندازو ڪري سگهن ٿا.

پادري چون ٿا، ته هزارن ڪوهن تان رکيو اولياءَ ئي ڳالهائي يا سڏ ڏئي يا ڏسي سگهن ٿا. مگر سائنسدان چون ٿا، ته هزارن ڪوهن تان رکيو سائنسي اوزارن ريڊيو ٽرانسميٽر تي ڳالهائي سگهجي ٿو ۽ ٽيلي وزن وسيلي ڏسي به سگهجي ٿو. اوليائن بابت اهڙيون مشهور ڪيل ڳالهيون سڀ ڪوڙيون آهن، جي نه ته پلي اوهين ڪوبه اهڙو اوليا ميدان تي آڻي ڏيکاريو، جو ڪلهو ڪلاهو ڪرامتون ڪري ڏيکاري.

پادري چوندا آهن، ته چورن ۽ ڌوهارين جا نالا مختلف وظيفن ۽ عمليات وسيلي معلوم ڪري سگهجن ٿا. مگر سائنسدانن صاف ثابت ڪري ڏيکاريو، ته اهي رڳا ڌڪا آهن. اهي نالا صحيح جاسوسي سان ئي معلوم ٿيندا آهن.

پادري چوندا آهن، ته جنگ ۾ دعائن وسيلي گوليون به بي اثر رهن ٿيون. مگر سائنسدانن چئلينج ڏنو، ته ڪنهن به شخص کي وٺي ڀلي ٽهڙا تعويذ ٻڌي ولسي تهڙا ڦيٿا وجهي اکيان آڻيو، اسين گولي ٺاهڻون هو ضرور مري ويندو. ٻئي طرف فقط فولادي ۽ سائنسي زرهن وسيلي بچي سگهجي ٿو ۽ جنگ ۾ دعائن جو ڪوبه واسطو ڪونهي، اها

حالات ۽ انڪل بازين تي ٻڌل آهي.

پادري چون ٿا، ته نانگن جا زهر دعائن ۽ ڦيڻن وسيلي لهن ٿا، مگر سائنس چوي ٿي، ته اهو صريح غلط آهي، مگر حقيقت هيءَ آهي، تہ نانگن بلائن ۾ ڪي تمام ٿورا آهن، جن ۾ تکو زهر هوندو آهي، پوءِ هاڪي يا ٿورڙي زهر جي ڏنگن سبب ماڻهو ازخود پنهنجي اَئي طاقت سان چڱو ڀلو ٿي وڃي ٿو، ڦيڻا دعائون فقط مَن کي تسڪين ڏين ٿا، جنهن ڪري سندس طاقت زور وٺي ٿي. باقي سخت زهر هرگز ڦيڻن سان نہ لهندا آهن. جنهن لاءِ هو چئلينج ڏيندا آهن، تہ اسين جنهن ماڻهوءَ کي پنهنجي هٿ سان ڪنهن خاص بلا نانگ کان ڏنگايون، پوءِ ڦيڻن وسيلي چڱو ڀلو ڪري ڏيکاريو، تہ هزارين روپيہ انعام ڏينداسون.

سائنسدانن جي انهي چوڻ جو ثبوت هن قسم جي مشهور آکاڻيءَ مان ملي ٿو:

هڪ درويش گڏهہ تي چڙهي ڪنهن ڳوٺ وٽ آيو، سخت مينهن اچي ڪنوس، ڳوٺ جي وڏيري جي زال سخت سورن ۾ هئي، ٻار نٿي آڻيس، درويش چيو، تہ جي مون کي ۽ منهنجي گڏهہ کي اجهو ڏيو، تہ اهڙو تعويذ ڏيانوَ، جو ٻار يڪدم ڄمي پوي. هن ۽ گڏهہ کي اجهو مليو ۽ هن تعويذ ۾ هي بيت لکيو:

مرا جا شد، خرم را نيز جا شد،
زن دهقان زايد يا نہ زايد!

يعني مونکي بہ جاءِ ملي ۽ منهنجي گڏهہ کي بہ ملي، هاڻي جٽ جي جوءِ ٻار ڄڻي خواه نہ ڄڻي!

زال جو ٻار ڄمڻ ٿيو ۽ اهو تعويذ اڄتي بہ هلندو لڳو، جوهيئنر بہ نقش سليماني ڪتاب ۾ لکيل آهي ۽ ملان ٻيا ڪم آڻيندا آهن.

پادري چون ٿا، تہ آسمان تي جهڪا اندلٺ ڏسڻ ۾ ايندي آهي، سا طوفان نوح کان پوءِ ظاهر ٿئي ٿي ۽ اهو هڪ خدائي نشان آهي ڪن خاص ڳالهين لاءِ. سائنس چوي ٿي، تہ اندلٺ نہ ڪو خاص خدائي نشان آهي، نہ هوءَ طوفان نوح کان پوءِ نروار ٿئي ٿي، بلڪ

هميشھ جڏهين بہ سچ جا ترورا ڪرن اندران ٿي نڪرندا آهن، تڏهين اهي انڌاٽ جي صورت ۾ ڏسڻ ۾ ايندا آهن، ۽ اها نہ فقط مينهن وقت بلڪ ماڪ وقت بہ ڏسبي آهي.

پادري چون ٿا، تہ انسانن جي زبان هڪ هئي ۽ طوفان نوح کان پوءِ بابل جي مناري ڪرڻ وقت دنيا جي انسانن جي زبانن ۾ اختلاف پيو. سائنس چوي ٿي، تہ بابل جي مناري ناهڻ ۾ صرف عراق ۽ آسپاس جي ملڪن جا ماڻهو هوا، باقي دنيا جو هنن سان ڪوبہ واسطو نہ هو، زبانون هميشه کان هرهنڌ ۽ هر ماڪ جون ڌار ڌار ٿي رهيون آهن، ڪڏهين بہ دنيا جي هڪ زبان نہ هئي.

پادري چون ٿا، تہ جيڪو شخص توريت انجيل ۾ لکيل خيالن جي خلاف ڪابہ ڳالھ ظاهر ڪري ٿو، تہ اهو ڪفر ٿو بڪي ۽ سزا لائق آهي. چنانچہ پادرين جي طرفان سنہ ١٤٣١ع کان وٺي ١٨٠٨ع تائين انهي ڏوھ ۾ اٽڪل ساڍا ٽي لک ماڻهن کي سزائون ڏنيون ويون، جن مان ٣٢ هزار تہ جيئرا جلايا وياهئا. مگر سائنس چوي ٿي تہ هر شخص کي پنهنجي خيالن جي ظاهر ڪرڻ جو حق آزادي سان هجڻ گهرجي، جيڪڏهين اهي خيال حقيقتن جي خلاف هجن، تہ بہ ٻين ڌرين کي انهن جي ترديد ڪري ڳالھ کي صفا ڪرڻ گهرجي، ائين نہ، جو جنهن ڳالھ جو جواب نہ ڏيئي سگهجي. ان تي سزا ڏجي.

پادرين جي طرفان بخشش ناما وڪرو ڪيا ويندا هوا، جي خريد ڪندڙن کي باور ڪرايو ويندو هو، تہ انهن جا گناھ خدا تعالى بخشش ڪيا. مگر سائنس چوي ٿي، تہ قدرت ڪنهن جا بہ گناھ، ڪنهن بہ شخص جي پارت سان معاف نٿي ڪري، جيڪڏهين ائين هجي ها، تہ خود پادرين جي سردار يعني پوپ کي بادفرنگ نہ ٿئي ها.

پادري چون ٿا، تہ حڪومت جو نظام هميشہ ائين ئي هئڻ گهرجي، جيئن اسين چئون، چاڪاڻ تہ اسان جو فرمان خدا جو فرمان آهي. سائنس چوي ٿي تہ پادرين کي ڪوبہ فرمان مليل ڪونهي، هو پنهنجي مطلبن مطابق ئي ماڻهن تي حڪومت چاهين ٿا،

Soorih Mirani

درحقيقت ماڻهن تي حڪومت ائين ٿي هلي گهرجي، جنهن ماڻهن لاءِ فائدي مند هجي.

ڪي مذهبي ماڻهو چوندا آهن، ته جڏهن مک پيئڻ جي شي ۾ ڪري پوي، ته انکي ٻيهر ٻڏاري ڪڍجي، ۽ پوءِ ان کي ڦٽو ڪري ڇڏجي. ڇوته ان جي هڪ پر ۾ گند هوندو آهي، جو ڪاڌي تي هڻندي آهي، پر ٻئي پر ۾ شفا هوندي آهي جا طعام ۾ داخل ٿيڻ سان طعام مان پهرئين پر جو نقصان نڪري وڃي ٿو. مگر سائنس ثابت ڪيو آهي ته مک جا ٻئي پر هڪ جهڙا گندا آهن، ٻئي پر تي ڪابه شفا جهڙي شيءِ لڳل ڪانه هوندي آهي. انڪري مک کي ٻيهر ٻڏارڻ ته طعام کي وڌيڪ گندو ڪرڻو آهي.

پادري چون ٿا ته زلزلا صرف خدائي ڏمر سبب اچن ٿا، يا ڪن جو خيال آهي ته ڌرتي ڍڳي جي سڱ تي آهي، اهو سڱ تبديل ڪري ٻئي سڱ تي رکي ٿو ته زلزلو اچي ٿو. مگر سائنس چوي ٿي ته زلزلا فقط هن ڪري اچن ٿا، جو زمين اندر گندڪ ۽ ٻيون آتشي شيون آهن، اهي ٻاهر نڪرڻ جي ڪوشش ڪن ٿيون ۽ ڪن خاص جابلو هنڌن تي تمام گهڻو ۽ ور ور ڏيئي اچن ٿا، انڪري خدائي ڏمر جو ڪوبه سوال ڪونهي. سائنسي اوزار "زلزلا پيما" ڪم آڻجن، ته اڳواٽ ئي خبر پئجي سگهي ٿي، ته فلاڻي وقت هيتري رفتار جو زلزلو ايندو.

پادري چون ٿا ته ٻوڏون، طوفان ۽ ڏڪار صرف خدائي ڏمر سبب اچن ٿا ۽ دعائن سان ٽرن ٿا. سائنس چوي ٿي، ته اهي نيڪن برن ميني تي اچن ٿا، انهي ڪري ڏمر جو ڪوبه سوال ڪونهي. هنن کي سائنس وسيلي ضابطه ۾ رکي سگهجي ٿو.

پادرين جي خيال موجب آسمان ست آهن، جي مختلف جواهرن مان ٺهيل آهن ۽ انهن کي دروازا آهن. سائنس آسمان جو وجود مڃي ئي ڪونه ٿي ۽ رنگ کي فقط حد نظر چوي ٿي، يعني نظر انهي کان اڳتي نٿي وڃي.

ڪي پادري چون ٿا ته قيامت وقت سج نيزي برابر ايندو، مگر

سائنس چوي ٿي، ته سج هتان ڪروڙين ميل پري آهي، اهڙي برابر اچن، ته نهيو، پر رڳو ٿورا ميل اوري اچي ته جيڪر ڌرتي جلي ڇٽ ٿي وڃي.

پادري چون ٿا، ته زهرو تارو دراصل هڪ عورت هئي، جا ملائڪن کان زنا ڪرائڻ ۽ پوءِ توبه ڪرڻ سبب تارو ٿي وڃي آسمان ۾ بيٺي. سائنسي عالم چون ٿا، زهرو تارو سموري ڌرتيءَ کان به تمام گهڻو وڏو آهي ۽ جڏهين ڌرتي نهي آهي، تنهن کان تمام گهڻو اڳ هو نهيو آهي، پوءِ ان کي زال سڏڻ ڪيڏي نه احمقپائي آهي.

پادري چوندا آهن، ته تارا انهيءَ ڪري ڪرندا آهن، جو شيطان ملائڪن جون ڳالهيون ٻڌڻ لاءِ آسمان تي وڃن ٿا، ان ڪري ڪين اهي آماڙ لڳايا وڃن ٿا. مگر سائنس چوي ٿي، ته اهي ڪرندڙ تارا آسمانن ته ڇا، پر سج کان به گهڻو اورتي آهن، آسمان جو ڇيهه انهي کان اربين اربين ميل پري آهي، پوءِ اتي اورهان ملائڪ ڪٿان هوندا جي ڳالهيون ڪندا هوندا ۽ ڪرندڙ تارا روزانه لکين آهن، پوءِ ڇا لکين شيطان روزانه پيا ڳالهيون ٻڌڻ ۽ مرڻ وڃن ٿا؟

اهي سڀ ڳالهيون اٿين ٿي پيون پڌائين، ته پادرين جوانهڙو علم ڏڪا ۽ ڪپوڙا آهي ۽ سائنس ٿي صحيح رستي تي آهي، اگرچه هوءَ به اٿين چوي ٿي، ته اسان کي به ٿورڙو علم آهي، اڃا ته تمام گهڻو علم حاصل ڪرڻو اٿئون.



هاڻي اسان جي ڪتاب جو پهريون حصو پورو ٿيو، هن کان پوءِ ٻين حصن ۾ سائنس جي روشنائي ۾ ڪائنات ۽ انسان جي تاريخ بيان ڪئي ويندي. اگرچه انهي جا ڪجهه اشارا هن حصي ۾ آيل آهن، پر سلسله وار ٻين حصن ۾ بيان ٿيندي. ۽ انهن حصن مان ڪي تصويرن سميت انسان اخبار ۾ به شايع ٿيل آهن ۽ خود حڪومت پاڪستان طرفان به تصويرن سان ڇپايل آهن.

Soorih Mirani

## هفتيوار اخبار

# انسان

جنهن ۾ هيءَ ڪتاب به شايع ٿيو ۽ پيا ۽ انساني بهتريءَ ۽ مظلوميءَ ۽ پريشانين مان نڪرن، سنڌ پڪارون آهون ۽ دانهون شايع ٿينديون هيون جي ڪن ظالم ڪامورن کي پسند نه آيون ۽ نه فقط اخبار کي بند ڪيائون مگر سنڌس ايڊيٽر سنڌ جي شهره آفاق اديب محمد عثمان ڏيپلائي کي به بند ڪيائون.

ان بعد چوندا رهيا ته جيڪڏهن سنڌس نالو ڦيرائي ”شيطان“ رکين ته موڪل ڏينداسون، جو اڳ به لاهور ۾ موڪل ڏني اٿون، پر انسان جي لفظ ڪان ئي اسان کي آنڌ ماند پيدا ٿئي ٿي.

مگر هاڻ الحمدالله

سنڌس پرچو هر هفته ۵ پئسن قيمت سو نڪري ٿو، جو هر ڪنهن شهر جي اخبار وارن کان ملي سگهندو، ٽپال رستي گهرائيندڙن کي سالانه چنده ۵ ٢ روپيه ۾ موڪلي ڏبو.

ايڊريس: مئنيجر انسان
پوسٽ بڪس نمبر ۱۵۲
حيدرآباد سنڌ

# هيءُ ڪتاب

انسان جي تاريخ ۾ ڀان سڃاڻڻ جو بنيادي سبق ڏني ٿو ته:
آءُ ڪير آهيان؟
ڪٿان آيو آهيان؟
سج چنڊ ڇا آهن؟
تارا ڇا آهن؟
آسمان ڇا آهي؟
مينهن ڪيئن ٿو وسي؟
طوفان ڪيئن ٿو اچي؟
سج چنڊ تارا ڪيئن ٿا لهن ايرن؟
اهو سڀ ڪيئن ٻروڙبو وڃو؟
انهن جي ٻروڙڻ جون ڪوششون ڪندڙن تي ڪيڏيون وڏيون مصيبتون آيون؟

ته ٻه سرويچ مجاهد حق جي تلاش ۾ وڌندا ويا.

۽ نيٺ اچي پنهنجو پاڻ به سڃاڻائون ۽ ٻين کي به پاڻ سڃاڻايائون جنءَ حضرت شاهه ڀٽائي رحه جو قول ظاهر ٿيو ته:

پيهي جان پاڻ ۾ ڪيم روح رهاڻ
ته نڪو ڏونگر ڏيهه ۾ نڪا ڪيچين ڪاڻ
پنهون ٿيس پاڻ، سسئي تان سور هوا

۽ جي تون صحيح سڃاڻين پاڻ آهين قيمت سندو قطرو!

اهي سڀ چيزون مطالع ڪري پنهنجو دماغ روشن ڪرڻ لاءِ هي ڪتاب غور سان پڙهو. هن ڪتاب جو مطالعو اوهان کي گهڻن وهمن جي جهار مان ڪڍي دل کي حقيقت جي روشنيءَ ۾ آڻيندو.

# انسانيت جي ڀتري چاهيندڙن لاءِ



مشهور اهل-قلم محمد عثمان ولد حبيب الله ڏيپلائي جو هن ڪتاب جو مصنف آهي، سو ١٣ جون ١٩٠٨ تي شهر ڏيپلي ضلع ٿرپارڪر ۾ ڄائو. سنڌيءَ ۾ اديب فاضل، انگريزي ۾ مئٽرڪ، اردو ۽ عربيءَ جو چڱو ماهر ۽ ٻي هندي، گجراتي، پنجابي وغيره جو به ڪجهه واقف آهي- پاڻ علم نجوم، رمل، جفر، تعويذ وظائف، سامدرڪ (قسمت ڏسڻ) کان به واقف آهي، ١٩٠٩ کان ادب ۾ دلچسپي رکي ٿو، سندس پهريون مضمون اردو اخبار منادي (دهلي) ۾ [illegible] ۾ ڇپيو ۽ پوءِ مختلف پرچن ۾ اردو سنڌيءَ ۾ افسانا، شعر وغيره ايندا رهيا- ١٩٣٩ کان پنهنجو ڪتابي سلسلو شروع ڪيائين، ڪل ١٣٠ ڪتاب شايع ڪري چڪو آهي، هيستائين اخبار عبرت، اخبار انسان ۽ سنڌ ٽائيمس به شايع ڪيون اٿس ۽ ماهوار رسالا ساٿي ۽ ڊائجسٽ به شايع ڪيو اٿس، جو هينئر ٧٠ ورهين جي عمر ۾ ٽئين رنگ ڏينگ سان پنج روپيه قيمت وارو ڪري ڪڍيو اٿس- سندس اصول آهي ته:

تتيءَ ٿڌيءَ ڪاهه، ڪانهي ويل وهڻ جي،
متان ٿئي اونداهه، پير نه لهين پرين جو!

بي، ڪلاس، لاهور قلعو، سي ڪلاس ڀوڳي چڪو ۽ امريڪا جا سير به ڪري چڪو آهي.

سندس اولاد ۽ دوست چون ٿا ته هن عمر ۾ ايتري محنت نه ڪر، صحت تي برو اثر پوندو، پاڻ کلي جواب ڏيندو آهي ته:

## وڏا طالع تن جا، جي مارڳ ۾ مئون





# سورهه سنڌي ادب




## صاحب خان ”سورهه“ ميراڻي

Cell No: 0344 3919786
0300 3404488